

# سنڌي پهاڪا ۽ محاورا

(هڪ اڀياس)

## مرليڌر جيٽلي



Roshni Book No. 103

كتاب جو نالو: سنڌي پهاڪا ۽ مُحاورا
(هڪ اڀياس)
ليکڪ: ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي
ڪتاب ۾ استعمال هندي لفظن جا تز متبادل لفظ ڏيندڙ: ولي رام ولڀ

ڇاپو پهريون: © روشني 1996ع
ڇاپو ٻيون: © روشني 2004ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد،
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

قيمت: 100.00 روپيا

# SINDHI PAHAKA AIN MUHAVARA
(A STUDY OF SINDHI PROVERBS AND IDIOMS)

Writer: **Dr. Murlidhar Kishinchand Jetli**
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composers, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro

First Edition © Roshni 1996
Second Edition © Roshni 2004

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب، رابعه اسڪوائر - حيدرآباد
ڪانياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بنراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
مولانا عطاءُ الله تونيه مدرسه، سراج العلوم پير شريف
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو
مڪتبه عثمانيه چنيهاڻي - ڪنڊيارو

# فهرست

# مھاڳ

سنڌي پھاڪا ۽ محاورا گڏ ڪرڻ طرف سنڌي عالمن ۽ تعليمدانن جو ڌيان گذريل صديءَ ۾ ڇڪيو. سن 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ بعد، برطانيہ سرڪار ملڪي ۽ سماجي سڌارن ِسان گڏوگڏ، سنڌي ٻوليءَ ۾ ساهت جي واڌاري لاءِ بہ ڪوششون شروع ڪيون. انهيءَ سلسلي ۾ سن 1853ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي طرفان ِعالمن جي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، جنهن سنڌيءَ لاءِ ڪتب ايندڙ عربي- فارسي لکت کي معياري روپ ڏنو. انهن اکرن جي آڌار تي سنڌيءَ لاءِ ٻاونجاهہ اکري پٽي يا الفا بيٽا تيار ڪئي ويئي، جيڪا اڄ تائين واهپي ۾ اچي رهي آهي. انهيءَ لکت ۾ پوءِ اسڪولن لاءِ سنڌيءَ ۾ درسي ڪتابن تيار ڪرڻ جي بہ شروعات ٿي. انهيءَ ۾ شڪ نہ اهي تہ عربي- فارسي اکرن سان گڏ، ديونا گري- سنڌي، گرمکي ۽ هندو سنڌي (سئنڌوي) اکرن جو بہ واهپو سنڌي لکڻ لاءِ چالو رهندو آيو، جيتوڻيڪ ان جو دائرو تمام محدود هئو.

## سنڌي پھاڪن ۽ محاورن جا مجموعا

”ديوان ڪوڙومل چندنمل کلناڻي“ (1844-1916) پهريون سنڌي تعليمدان ۽ نثر نويس هئو، جنهن پنهنجيءَ مادري زبانْ جا پهاڪا گڏ ڪري هڪ ننڍو ڪتاب ”سنڌي پهاڪا“ نالي سان سن 1889ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان ۾ اٽڪل ٻارهن سؤ سنڌي پهاڪا الف- بي وار ڏنل آهن. انهن جي سمجهاڻي ڏنل نہ آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ پاڻ ان لاءِ سبب ڄاڻايو اٿس تہ ”اصل هر هڪ پهاڪو ڪيئن چوڻ ۾ آيو ۽ ڪهڙي وقت ۽ ڪيئن ڪم آڻجي، انهن جي بيان ڏيڻ جو ارادو هوم... پر ائين ڪجي ها تہ غريب غربو يا ڇوڪر ٻاڪر وٺي ڪين سگهي ها.“ ظاهر آهي تہ ڪتاب جي وڏي وِڇڻ جي ڊپ کان هن پهاڪن جي معنيٰ نہ سمجهائي آهي. ٻيو تہ منجهس ڪجهہ

پھاڪا اڌورا ڏنل آھن. مثال طور،

"پائر ڪوٽ جا ڪنگر، پٽ گھر جي سونھن."

ان جو سچو روپ ھن ريت آھي.

"پائر ڪوٽ جا ڪنگر، پٽ گھر جي سونھن،
وينا ڪن ورونھن، ڏچڻ ڏوران ئي ڏري."

جيئن تہ ديوان ڪوڙومل ڪلڻاڻي پھريون عالم آھي، جنھن ھن موضوع تي ڪتاب لکي شايع ڪيو، ان ڪري سندس ڪتاب ۾ ڪتي ڪجھ اوڻايون نظر اچن ٿيون. ان ھوندي بہ ھن انھيءَ زماني ۾ ايترا سنڌي پھاڪا گڏ ڪري لاشڪ جس جوڳو ڪم ڪيو آھي.

حقيقت ۾ ڏسجي تہ حيدرآباد سنڌ جي ھڪ ٻئي عالم 'ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻيءَ' انھيءَ ڏس ۾ ديوان ڪوڙيمل کان بہ اول قدم رکيو ھئو. ھن سرڪاري ڪاتي مان 1864ع ۾ رٽائرڊ ٿيڻ بعد، سال 1869ع ۾ "گلشڪر" نالي سان سنڌي پھاڪن جو ھڪ مجموعو لکي تيار ڪيو ھئو. ھن پنھنجن ٻين ٻن ڪتابن "گل" ۽ "سوکڙي" سان گڏ ڪل تي دستخط سرڪاري تعليم ڪاتي کي ڇپائڻ لاءِ ڏنا. افسوس جي ڳالھہ آھي جو اھي ٽيئي دستخط پنجٽيھن کن سالن کان بہ وڌيڪ عرصو سرڪاري دفتر جي ڪٻٽن ۾ بند پيا ھئا. نيٺ ڪنھن سرڪاري عملدار جو ان طرف ڌيان ويو، جنھن سن 1905ع ۾ 'گل شڪر' ۽ ٻيا ڪتاب بہ ڇپائي ظاھر ڪيا. 'گل شڪر' ڪتاب ۾ 570 سنڌي پھاڪا سمجھاڻيءَ سان گڏ ڏنل آھن. ان ڪتاب جي خوبي اھا آھي تہ ليکڪ سنڌي پھاڪن جي ڀيٽ، ھندي، فارسي ۽ ڪن ٻين ٻولين جي پھاڪن سان بہ ڪئي آھي. اوائلي سنڌي نثر جي عبارت جو بہ ان ڪتاب مان چڱيءَ طرح اڀياس ڪري سگھجي ٿو.

گذريل صديءَ جي آخري ڏھاڪي ۾ 'روچيرام گجومل ڪرپالاڻيءَ' پڻ انگريزيءَ ۾ ھڪ ڪتاب سن 1892 ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان جو نالو آھي "اي ھئنڊ بوڪ آف سنڌي پراوربس"(A Hand Book of Sindhi proverbs). ان ڪتاب جو مکيہ مقصد ھئو، انھن انگريزي عملدارن کي سنڌي پھاڪن جي ڄاڻ ڏيڻ، جيڪي سنڌ ۾ نوڪري ڪرڻ سببان لازمي طور سنڌي سکندا ھئا. ان ڪتاب جي پھرئين ڀاڱي ۾ سنڌي پھاڪن جي ڀيٽ ھم معنيٰ انگريزي پھاڪن سان ڪيل آھي. ٻئي ڀاڱي ۾ سنڌي ٻوليءَ جا خاص چونڊ پھاڪا ڏنل آھن. ڪتاب ۾ اٺ سو کان بہ مٿي سنڌي پھاڪا انگريزي ترجمي سان

گڏ ڏنل آهن. ان ڪتاب جا پوءِ چار ڪن ڇاپا ڇپيا آهن.

ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ٻڌعيدن جي رهاڪوءِ ’گهنشامداس رامنداس پڳت‘جو سنڌي محاورا يا اصطلاح گڏ ڪرڻ طرف ڌيان ويو. هن عالم ”سنڌي ٻوليءَ جي سونهن“ (يعني سنڌي ورجيسون ۽ اصطلاح) نالي سان هڪ مجموعو، حيدرآباد سنڌ مان سن 1910ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هي سنڌي محاورن يا اصطلاحن جو اهو پهريون مجموعو آهي. ان ۾ اٽڪل سوا ٻه هزار سنڌي محاورا معنيٰ سان گڏ ڏنل آهن ۽ جملن ۾ انهن جو استعمال به ڏيکاريو ويو آهي. ان مجموعو جي ٻي خوبي اها آهي تہ منجهس ڪيترائي جهونا ۽ نيٺ سنڌي اصطلاح گڏ ڪري داخل ڪيل ويا آهن.

ويهن صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ سنڌي پهاڪن ۽ محاورن جا ٻيا به ڪجهہ مجموعو شايع ٿيا. انهن ۾ مکيہ آهن: ’مرزا قليچ بيگ‘ جو تيار ڪيل ”پهاڪن جي حڪمت“ (1925) جنهن ۾ سنڌي پهاڪن ڪان سواءِ جدا جدا ٻاٻن اندر ٻين ٻولين جا بہ چوندڻ پهاڪا سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري رکيا ويا آهن. سنڌيءَ جي مشهور نثر نويس ۽ عالم ’ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ، ”پهاڪن جي پيڙهہ“ نالي هڪ ننڍڙو ڪتاب لکي حيدرآباد سنڌ مان ڇپايو. انهيءَ ۾ هن هرهڪ پهاڪي جي بنياد تي روشني وڌي آهي. ڪتاب ۾ ڪل هڪ سو ٻائيتاليهہ سنڌي پهاڪا سمجهاڻيءَ سان گڏ ڏنا ويا آهن. انهيءَ کان پوءِ ڀيرومل ٻيو بہ ڪتاب ”گلقند“ نالي سان ٻن ڀاڱن ۾ شايع ڪيو. ان جي پهرئين ڀاڱي ۾ نوَ سؤ ٻارهن [912] سنڌي پهاڪا الف. بي وار داخل ڪيل آهن. ڪيترن هنڌن تي هم- معنيٰ پهاڪن کي گڏ رکيو ويو آهي. ڪتاب جي ٻئين ڀاڱي ۾ [1450] اصطلاح معنيٰ سميت ڏنل آهن. ڀيرومل جو هيءَ مجموعو ڀارت ۾ اچڻ کانپوءِ ديوناگري سنڌي لپيءَ ۾ بہ ڇپايو ويو آهي. روچيرام جي نقش- قدم تي هلي، ’موهن لال جوتسنگهہ شهاڻيءَ‘ ڪراچيءَ مان ”سنڌي اڊيمس“(Sindhi Idioms) نالي سان هڪ ڪتاب آزاديءَ کان ڏهاڪو کن سال اڳ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. انهيءَ ۾ هڪ ڪالم ۾ سنڌي محاورا يا اصطلاح ڏنل آهن ۽ سامهون ٻئي ڪالم ۾ انهن جي انگريزيءَ ۾ معنيٰ يا هم- معنيٰ انگريزي اصطلاح ڏنل آهن. هن ڪتاب جو مکيہ مقصد آهي سنڌيءَ مان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪندڙن جي رهنمائي ڪرڻ. اهو ڪتاب خاص طور شاگردن لاءِ گهڻو ڪارگر ثابت ٿيو آهي.

ديس جي آزاديءَ کان پوءِ سنڌ توڙي ڀارت ۾ ڪي اهڙا سنڌي عالم نڪتا آهن، جن انهيءَ ڪيتر ۾ اڳتي وک وڌائي آهي. سنڌ ۾ ’غلام اصغر‘ سن

1956ع ۾ "سنڌي ڪتمنڙا" نالي سان محاورن جو هڪ مجموعو حيدرآباد مان ڇپائي ظاهر ڪيو. انهيءَ ۾ سنڌي محاورن جي سمجهاڻيءَ سان گڏ انهن جو جملن ۾ استعمال به ڏنل آهي. سنڌ جي عالمن ۾ هن ڪيتر ۾ لاڙڪاڻي جي 'پروفيسر عبدالڪريم سنديلي' خوب پاڻ ملهايو آهي. ڪيس فقط پهاڪن ۽ محاورن جي مجموعو تيار ڪرڻ مان سڪ نه مليو. سندس ڪوجنيڪ من جو لاڙو لفظن جي ويتپتيءَ ڳولهڻ.وانگر، هر هڪ سنڌي پهاڪي ۽ اصطلاح جي بنياد جاچڻ طرف به ٿيو. ان ڪري هن " پهاڪن جي پاڙ" (1966) ۾ چونڊ سنڌي پهاڪا ڪٽي، هرهڪ جي بنياد ۾ آيل لوڪ ڪٿا، آڪاڻيءَ، تواريخي واردات، وغيره جي سهڻي نموني اپٽار ڪئي آهي. ساڳيءَ طرح، پنهنجي ٻئي ڪتاب "اصطلاحن جي اصليت" (1987) ۾ هن چونڊ سنڌي محاورن جي بنياد ۽ انهن سان واسطو رکندڙ ٻين ڳالهين تي به روشني وڌي آهي.

آزاديءَ کان پوءِ ڀارت ۾ سنڌي پهاڪن ۽ محاورن جا ننڍڙا مجموعو ڇگڻي تعداد ۾ نڪتا آهن. انهن جو مکيه مقصد اسڪولي شاگردن کي انهيءَ موضوع جي ڄاڻ ڏيڻ آهي. انهن کان سواءِ ٻيا مجموعو آهي شايع ٿيا آهن، جن جو مقصد سنڌي پهاڪن ۽ محاورن کي گهٽي ۾ گهٽي تعداد ۾ گڏ ڪري، سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ ساهت جا گهڙا پيرڻ آهي. انهيءَ زمري، اندر شايع ٿيل ڪتاب هن ريت آهن:

1. "پهاڪن جي پاٻوهه": تيرٿداس پيسومل هاٿيراماڻي (بمبئيءَ مان 1973 ۾ ڇپيل).
2. "درن جي ڏٻلي" (ٻن ڀاڱن ۾ پهاڪا ۽ چوڻيون): 'سترامداس جڙياسنگهاڻي سائل' (احمدآباد مان 1982 ۾ ڇپايل)
3. "مانڪ موتي' (ٻن ڀاڱن ۾ ورجيسون ۽ محاورا): 'سترامداس جڙياسنگهاڻي سائل' (احمدآباد مان سال 1982 ۽ 1983 ۾ شايع ڪيل).
4. "سنڌي اصطلاح" ( ٻن ڀاڱن ۾) 'ليکراج ڪشنچند عزيز' (پهريون ڀاڱو سال 1976 ۽ ٻيون ڀاڱو سال 1978 ۾ بمبئيءَ مان ڇپيو.)

انهن ڪتابن ۾ پهاڪن ۽ محاورن جي معنيٰ پڻ سمجهايل آهي.

'وشوناٿ دنڪر نروٽي' نالي مهاراشٽر جي هڪ عالم ۽ منهنجي گهري دوست سال 1970ع ڌاري هڪ وڏي رٿا جي شروعات ڪئي. هن ان وقت ڀارت جي جوڙجڪ ۾ تسليم ڪيل مکيه ادبي زبانن جي پهاڪن جي تقابلي اڀياس ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو. ان رٿ اندر "ڀارتيه کهاوت ڪوش" نالي سان پهاڪن جي هڪ وڏي ڊڪشنري ٽن ڀاڱن ۾ تيار ڪري ڇپائي ظاهر ڪيائين. پهرين ٻن ڀاڱن ۾ الڳ الڳ موضوعن موجب سيني ٻولين جا

پهاڪا ڏنا ويا آهن. ٽئين ڀاڱي ۾ هرهڪ ٻوليءَ جا خاص پهاڪا چونڊ ڪري داخل ڪيا ويا آهن. هرهڪ پهاڪي جي سمجهاڻي هنديءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڏنل آهي. انهي مجموعي ۾ اٽڪل ٻارهن سو چونڊ سنڌي پهاڪا، هندي ۽ انگريزي ترجمي سان مون ڪيس لکي ڏنا آهن. ڀارت جي پهاڪن جو مشابهتي اڀياس ڪرڻ جي ڏس ۾ اهو پهريون ۽ نهايت اهم قدم آهي. ان مجموعي جا ٽيئي ڀاڱا "ترويٽي سنگم پوني" طرفان شايع ڪيا ويا آهن. (پهريون ڀاڱو 1978ع، ٻيون ڀاڱو 1979ع، ٽيون ڀاڱو 1983ع).

سنڌي پهاڪن ۽ محاورن جو وڏو ڪوش تيار ڪرڻ جو جس 'سنّتداس پنهونمل ڪشناڻيءَ' کي آهي. سنڌيءَ ۾ هيستائين جيڪي به مجموعا شايع ٿيا آهن، انهن ۾ اهو وڏي ۾ وڏو مجموعو آهي. ان ۾ اٽڪل ٻارهن هزار سنڌي پهاڪا ۽ محاورا سمجهاڻيءَ سان گڏ ڏنا ويا آهن. ڪوش کي صحيح ڍنگ سان ترتيب ڏيئي، ڇپائي پڌرو ڪرڻ جي ذميواري منهنجي سِر تي هئي. اِهو ڪوش سال 1993ع ۾ پي. وي. ڪشناڻي ٽرسٽ، پوني طرفان شايع ڪيو ويو آهي.

## سنڌي پهاڪن ۽ محاورن جو اڀياس

سنڌيءَ ۾ شايع ٿيل پهاڪن ۽ محاورن جي مکيه ڪتابن جا هتي جيڪي تفصيل پيش ڪيا ويا آهن،انهن مان صاف ظاهر آهي ته سنڌي عالمن جي هيستائين فقط اهائي ڪوشش پئي رهي آهي ته سنڌي پهاڪن ۽ محاوِرن جا مجموعا تيار ڪري ڇپائجن. انهيءَ ڪيتر ۾ عبدالڪريم سنديلي جا ڪتاب ٻين مڙني کان نرالا ۽ اهميت ڀريل آهن، جن ۾ هن پهاڪن جي بنياد ۽ اِصطلاحن جي اصليت تي به روشني وڌي آهي. اها سچ پچ گهڻي تعجب جي ڳالهه ڇٽبي جو انهن مجموعن جي گذريل صديءَ ۾ ڪيل شروعات کان وٺي، هڪ سؤ سالن کان به وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي، پر ڪنهن سنڌي عالم پهاڪن ۽ محاورن جي جدا جدا پهلوئن جو اڀياس ڪرڻ طرف ڌيان نه ڏنو آهي. انهيءَ ساڳئي دور ۾ ئي يورپ جي عالمن توڙي ڀارت جي جدا جدا ٻولين جي ودوانن پهاڪن ۽ محاورن جي سماجي، تهذيبي، لساني، وغيره خاصيتن جو باريڪيءَ سان اڀياس ڪري، وڏا وڏا مقالا لکي شايع ڪيا آهن. انهن تي ڪيترن کي ڊاڪٽر آف لٽريچر جون ڊگريون به حاصل ٿيون آهن.

سال 1961ع ۾ مان ڊيڪن ڪاليج، پونا جي سنڌي علمِ الِلسان ۾ ريسرچ فيلو طور مقرر ٿيس. تڏهين اتي جي لائبرريءَ ۾ ٻين ٻولين جي

پهاڪن ۽ محاورن جي اڀياس تي شايع ٿيل مقالا نظر مان ڪڍيم. ان ڪيتر ۾ منهنجو چاهه تہ اڳيئي هئو، ڇاڪاڻ جو سنڌي پهاڪن ۽ محاورن جي گڏ ڪرڻ جي شروعات اڳ ۾ ئي ڪري چڪو هوس. ان ڪري انهن جي جدا جدا پهلوئن جي اڀياس ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيم. وقت بہ وقت الڳ الڳ ادبي مخزنن ۾ انهن موضوعن تي تحقيقي مضمون بہ لکڻ شروع ڪيم. هن مقالي ۾ انهيءَ اڀياس جو تت يا سار پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

هيءَ مقالو حقيقت ۾ "سنڌي پهاڪا ۽ محاورا" نالي ڪوش [تيار ڪندڙ: 'سنتداس پنهونمل ڪشناڻي' ۽ مرتب: مرليڌر جيٽلي] جي مهاڳ جي روپ ۾ شايع ٿيو آهي. انهيءَ ڪري ان جي محدود دائري کي ڌيان ۾ رکندي، ڪيترن ئي پهلوئن تيتفصيل سان بحث ڪرڻ کان ڪنارو ڪيو ويو آهي. مثال طور، شاعريءَ جي علم جي اصولن مطابق سنڌي پهاڪن ۽ محاورن ۾ النڪارن (رنگين زباني)، لفظي سگهہ طرف فقط اشارو ڪيل آهي. انهيءَ کان سواءِ سماجي پهلو، تهذيب ۽ ثقافت جي اڀياس جو پهلو، لساني خاصيتن جو پهلو، اهي اهڙا اهم موضوع آهن، جن مان هرهڪ تي الڳ تفصيل سان بحث ڪري سگهجي ٿو. مثال طور، منهنجي هڪ دوست ڊاڪٽر 'مهالنگم' "تمل پهاڪن ۾ گهريلو جيوت جو چٽر"موضوع تي مقالو لکي، ڊاڪٽر آف فلاسافيءَ جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. ان مان صاف ظاهر آهي تہ هتي جن الڳ الڳ پهلوئن طرف فقط اشارو ڪيو ويو آهي، انهن مان هرهڪ تي تفصيل سان اڀياس ڪري لکي سگهجي ٿو.

آخر ۾ هن مقالي جي مقصد کي چٽو ڪندس. هتي پهاڪن ۽ محاورن جي اڀياس جي فقط هڪ جهلڪ پيش ڪئي ويئي آهي، جنهن جو مقصد اهو آهي تہ سنڌيءَ ٻوليءَ ۽ ادب جي شاگردن جو انهيءَ موضوع تي گهرو ۽ تفصيل سان اڀياس ڪرڻ طرف ڌيان ڇڪائجي. جيڪڏهن هن مقالي مان اتساهہ حاصل ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي ڪن شائقن انهيءَ راهہ تي اڳتي وک وڌائي، تہ پنهنجو پورهيو سڦلو سمجهندس.

مرليڌر جيٽلي

ڊي- 127، وويڪ وهار،
دهلي- 110095
27 آگسٽ، 1993ع.

# سنڌي ڀاڪا ۾ محاورا

ڀاڪا ۾ محاورا لوڪ ادب ۽ ٻوليءَ ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. سنڌيءَ ۾
ڀاڪن ۾ محاورن جا ننڍڙا سنگره تہ گهٽيئي ڇپجي ظاهر ٿيا آهن، پر انهن
جو تنقيدي جائزو پيش ڪرڻ طرف سنڌي عالمن جو اڃان تائين خاص ڌيان
نہ ويو آهي. ٻوليءَ جي انهن ننڍڙن گفتن جو جيڪڏهن باريڪيءَ سان اڀياس
ڪبو، تہ انهن ۾ آسان ڪي سنڌي سڀيتا سنسڪرتيءَ جا ڪيترائي پهلو نظر
ايندا. لوڪ ادب ۽ ٻوليءَ ۾ ڀاڪن ۾ محاورن جي ڪهڙي جاءِ آهي؟ انهن
جون ڪهڙيون وصفون آهن؟ انهن ۾ سنڌيت جي ڪهڙي جهلڪ ملي ٿي؟
اهڙن سوالن جي مدِ- نظر هتي ٿوري ۾ سنڌي ڀاڪن ۾ محاورن جو جائزو
پيش ڪجي ٿو.

# 1

# لوڪ ادب ۾ ڀاڪا ۾ محاورا

## لوڪ ادب ڇا آهي؟

لوڪ اَدب هڪ مرڪب لفظ آهي، جنهن جو مطلب آهي، 'لوڪ جو
ساهت' يا لوڪ جو اَدب. 'لوڪ' سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن
جون لغت موجب ڪجهہ معنائون آهن:

(1) سنسار، جهان. (12 ڌرتي. (3) قوم، قبيلو، سامج. (4) علائقو،
پرديش. (5) رعيت، پرجا.

انهن معنائن ۾ اِهو لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ڪتب آڇي ٿو. سنڌيءَ ۾
'لوڪ' لفظ ڪي قدر بدليل روپ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي. جيئن تہ -لوگ
(ماڻهو) ؛ لوءُ (ڪٽنب، قبيلو، ٽولي) ؛ لوءِ (جڳهہ، جهان).

'لوڪ' لفظ مان سنڌيءَ ۾ ٺهيل ڪجهہ مرڪب لفظ هن ريت آهن:

پرلوڪ، ترلوڪ، سرڳ لوڪ، مرتيو لوڪ، پاتال لوڪ، لوڪا
چار، لوڪاچاري، لوڪ- مرجات، لوڪ- وهنوار، لوڪ- ترم،
لوڪ- تنتر، لوڪشاهي، لوڪ -مت، لوڪناٿ، لوڪ- پريہ،
لوڪ-سيا، وغيره.

## لوڪ جو مطلب ڇا آهي؟

جڏهن اَسين، 'لوڪ' لفظ جو استعمال لوڪ- ادب، لوڪ-گيت، لوڪ ڪٿا، لوڪ-وشواس، لوڪ- ناٽڪ، جهڙن مرڪب لفظن ۾ ڪريون ٿا، تڏهن 'لوڪ، لفظن کي هڪ خاص معنيٰ ملي ٿي، جيڪا جرمن زبان جي 'فوڪ' (Folk) لفظ جي معنيٰ برابر آهي. اِنهيءَ 'فوڪ' مان انگريزي ٻوليءَ ۾ گهڻيئي مرڪب لفظ جڙيا آهن؛ جيئن تہ، فوڪ لور (Folk lore)، فوڪ لٽريچر (Folk Literature)، فوڪ سانگس (Folk Songs)، فوڪ ٽيلس (Folk tales)، وغيره.

ڪن عالمن اهڙي قسم جي مرڪب لفظن ۾ 'لوڪ' يا فوڪ (Folk) جو مطلب ڄاڻايو آهي: "ڳوٺاڻا ماڻهو، اَڻپڙهيل، ڳنوار، دهقاني". منهنجي ويچار ۾ آهڙن لفظن ۾ 'لوڪ' جو اِهو مطلب ڪڍڻ صحيح نہ آهي. لوڪ ساهت جا سرجڻهار ۽ لوڪ گيت ڳائيندڙ ڪلاڪار ڇاهي مڪيہ طرح ڳوٺن ۾ رهن ٿا، پر اَڄ ڪالهہ آهي دائمي طور شهرن ۾ بہ رهيا پيا آهن. ٻيو تہ ڪين اَڻپڙهيل ۽ ڳنوار سڏڻ بہ ٺيڪ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ سندن لوڪ گيتن ۾ اُمنگن جو جيڪو نزاڪت ڀريو اظهار نظر اچي ٿو، اُهو اوچي درجي جي لکيل ادب کان ڪنهن بہ حالت ۾ گهٽ نہ آهي. آهڙن عوامي شاعرن جي رچيل پرولين ۽ ڳجهارتن، هنرن ۽ ڏور - بيتن ۾ ٻوليءَ جي نرالي سٽاءَ ۽ معنيٰ جي گهرائيءَ جون جيڪي خاصيتون ملن ٿيون، رنگين زبانيءَ جو جيڪو دلڪش استعمال ملي ٿو، اُهي اَعليٰ درجي جي اَديبن جي شاعريءَ کان ڪنهن بہ حالت ۾ هيٺ نہ آهن. ٻيو تہ اَسين روزاني زندگيءَ ۾ ڏسون پيا تہ ڪيترائي اَعليٰ تعليم حاصل ڪيل شخص بہ ڀرمن- سنسن، ٽوڻن- ڦيڻن، جنترن- منترن، جِنن- ڀوتن، سانن- سوڻن ۽ ريتين- رسمن ۾ اعتقاد رکن ٿا. مثال طور، پڙهيل ڳڙهيل ماءُ پڻ پنهنجي ٻار کي بُريءَ نظر کان بچائڻ لاءِ ڪيس ڪاجل يا سُرمي جو ڪارو تلڪ لڳائيندي آهي. تعليم يافتہ ماڻهو بہ نئين مڪان کي بريءَ نظر کان بچائڻ لاءِ، دِليءَ کي رڱي، اُن تي ڀوت جي شڪل چٽي، عمارت جي منڍ

واريءَ ديوار تي ٽنگيندا آهن. دهليءَ ۾ شاهي سڙڪن تان لنگهندي، آفيس ڏانهن يا ڏنڌي- ڌاڙيءَ تي ويندي، ڪيترائي ماڻهو، فوٽ پاٿن تي تيل جي ٻالٽين ۾ رکيلن، ٽين جي ٽڪرن کي ڪاٽي، اُن مان ٺاهيلن 'شني گرهہ' جي بوتن مٿان ڇنڇر- ڇنڇر تي پيسا رکندا نظر ايندا آهن. موٽر -ڪار يا آٽو رڪشا پٺيان اَڪثر ڪاري سڳي لٽڪندي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. ڪي وري سڳيءَ بدران جُتي ٽنگي ڇڏيندا آهن. ٻنهي جو مقصد اِهو هوندو آهي ته ڪاريءَ نظر کان بچاءُ ٿئي. تعويذن ۽ گرهن جي پٿرن واريون منڊيون پائڻ ۾ گهٽيئي پڙهيل ماڻهو بہ وشواس رکن ٿا. پوءِ ڀلا اَڻپڙهيلن ڳوٺاڻن ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪيلن شهري ماڻهن وچ ۾ ڪهڙو فرق ٿيو؟

منهنجي ويچار ۾، لوڪ- ادب، لوڪ- گيت، لوڪ ڪٿا، وغيره مرڪب لفظن ۾ 'لوڪ' لفظ جو صحيح مطلب آهي، آهي ماڻهو، جن جو پنهنجي ورثي ۾ حاصل ڪيلن رسمن- رواجن، ڀرمن- سنسن، ٽوٽڻ- ڦيٽڻ ۽ اَڳاٽيـن روايتـن ۾ پورو پورو اعتـقاد آهي ۽ هو اُن مـوجب پنهنجي روزاني زندگي بہ گذارين ٿا. اِهي لوڪ ڳوٺن ۾ رهن ٿا، تہ شهري پڙهيل- ڳڙهيل سماج جي هر طبقي ۾ پڻ موجود آهن. مطلب تہ 'لوڪ' اُهو آهي، جنهن جي دل ۽ دماغ تي سندس اَباڻي ورثي ۾ مليل ڳالهين جو گهرو اثر هوندو آهي ۽ گهڻو ڪري اُن موجب ئي هو پنهنجي زندگي گذاريندو آهي.

## ادب ڇا آهي؟

هاڻي اچو ڏسون تہ ساهت يا اَدب ڇا آهي؟ ادب جون وصفون سمجهائيندي، عالمن ڪئين ڪاغذ ڪارا ڪري ڇڏيا آهن. هتي اِنهيءَ ڊيگهہ ۾ نہ وڃي، ٿوري ۾ سمجهائجي تہ ساهت يا يا اَدب آهي ٻوليءَ وسيلي اِنسان جي اُمنگن ۽ ويچارن جو سهڻي نموني اظهار.

چترڪاري (Painting) سنگتراشي (Sculpture)، سنگيت ڪلا (Music)، ناچ (Dance) ۽ عمارت سازي (Architecture) وانگر، ساهت بہ هڪ ڪلا آهي. ساهت- ڪلا ۾ ليکڪ يا ساهتڪار، لفظن جي سهڻيءَ چونڊ ذريعي، فنائتي نموني گهربل معنيٰ جو اظهار ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾ چئجي تہ ادب ۾ لفظ ۽ معنيٰ، جو سندر ميلاپ آهي. اِنهيءَ ڪري ادب جي رچنا پڙهڻ سان من ۾ آنند يا رس جي لهر پيدا ٿئي ٿي.

## معياري ادب ۽ لوڪ ادب

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته اسڪولن، ڪاليجن ۾ دستوري تعليم حاصل ڪيل ليکڪن جو رچيل ادب، جنهن کي عام طور 'اعليٰ معياري ادب' سڏيو وڃي ٿو، تنهن ۾ ۽ لوڪ ادب ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ حقيقت ۾ ڏسجي ته معياري ادب (Standard Literature)، دستوري تعليم حاصل ڪيل ڪنهن هڪ ليکڪ جي شخصي آزمودن، اُمنگن ۽ ويچارن جو اظهار هوندو آهي. اهو تحريري يا لکيل صورت ۾ هوندو آهي، ٻئي طرف لوڪ ادب اهو آهي، جيڪو شروعات ۾ ڪنهن هڪ شخص جي جذبات ۽ ويچارن جو اظهار هوندي پڻ، وقت گذرندي لوڪن يعني عوام جي رچنا بڻجي ويو آهي. اهو زباني روايتن ذريعي پيڙهي در پيڙهي محفوظ رکيو ويو آهي، ۽ گهڻو عرصي پوءِ اُنهيءَ جو ڪجهه حصو قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. لوڪ ادب جو رچيندڙ اڪثر نامعلوم شخص هوندو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن چاتل سڃاتل شعر يا گيت به عام ماڻهن ۾ مشهور ٿي وڃڻ بعد، وقت گذرندي لوڪ گيتن جو درجو حاصل ڪري وٺندا آهن. پٽائي گهوٽ شاهه عبداللطيف رح جا ڪيترا بيت، ڪافيون ۽ وايون انهيءَ جا سهڻا مثال آهن. ڪنهن به شاعر جي شاعري عوام ۾ مشهور تڏهن ٿي ٿئي، جڏهن انهيءَ ۾ لوڪ - مانس (لوڪ جي من، ويچارن ۽ امنگن جي) ڇاپ هجي ٿي. ٻين لفظن ۾ چئجي ته لوڪ - ادب جي سرجڻ ۾ لوڪ - سنسڪرتيءَ (عوامي تهذيب ۽ تمدن) جا تت بنيادي پٿرن طور ڪتب آندل آهن.

## لوڪ ادب، لوڪ ثقافت جو هڪ پاڱو

لوڪ - ثقافت جنهن کي هنديءَ ۾ 'لوڪ وارتا' به سڏيو ويو آهي، تنهن کي انگريزيءَ ۾ فوڪ ڪلچر (Folk Culture) چئجي ٿو. اِنهيءَ لاءِ هاڻي انگريزيءَ ۾ فوڪ لور (Folk Lore) لفظ وڌيڪ واهپي ۾ اچي ويو آهي. ڪنهن به ملڪ يا سماج جي لوڪ - ثقافت جي اَڏڻ ۾ جيڪي بنيادي جزا يا تت ڪم اچن ٿا، انهن ۾ مکيه آهن: لوڪ وشواس يا عوامي عقيدا ۽ اعتقاد، سوڻ - ساٽ، ٽوڻا - ڦيڻا، ريتيون رسمون، رهڻي - ڪهڻي، ڏڻ - وار، ميلا - ملاکڙا، وندر جا طريقا ۽ کيل - تماشا، هنر - فن ۽ لوڪ - ادب

انهيءَ مان ظاهر آهي تہ ڪنهن ملڪ يا سماج جو لوڪ - ادب، انهيءَ ملڪ يا سماج جي لوڪ - ثقافت جو هڪ پاڱو آهي. جيئن تہ ادب ۾ لوڪ - ثقافت جي بنيادي تتن جو عڪس گهڻي قدر نظر ايندو آهي. هتي انهيءَ ڳالهہ جو ڌيان رکڻ جڳائي تہ ثقافت (Culture) لفظ جي وسيع معنيٰ جي دائري ۾، انسان ذات جي طبعي ۽ باطني ترقيءَ جا سڀ پهلو اچي وڃن ٿا. سنسڪرتي لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جو آهي، جنهن جو ڌاتو آهي،

'سَنس + ڪرِ' "سڌارڻ، سنوارڻ، سينگارڻ؛ پوتر ڪرڻ 'سيڪارڻ' گيان ڏيڻ".

انهيءَ لحاظ کان (ثقافت) جو مطلب آهي 'سڌارو، سينگار، پوترتا؛ شڪشا؛ علم، ڄاڻ.' انگريزيءَ ۾ ثقافت کي چون ڪلچر (Culture)، جنهن جي اشتقاق جي لحاظ کان معنيٰ - "زمين سڌاري سنواري کيتيءَ لائق بڻائڻ؛ کيتي - ٻاري، زراعت." انهيءَ موجب چئبو تہ ثقافت توڙي ڪلچر، ٻنهي لفظن ۾ سڌاري، سجاوٽ، سونهن ۽ سٺن گڻن جو مطلب سمايل آهي.

ٽيلر نالي هڪ سماج ماهر، 'ڪلچر' لفظ جي معنيٰ سمجهائيندي لکيو آهي تہ، "هيءَ هڪ اهو پورو مرڪب آهي، جنهن ۾ ڄاڻ، اعتقاد، ڪلا، اخلاق، قانون، ريتيون - رسمون ۽ ٻيون اهي سڀئي لياقتون ۽ عادتون سمايل آهن، جيڪي انسانَ، سماج جي ميمبر هئڻ جي حيثيت ۾ حاصل ڪيون آهن. (1)

هن سمجهاڻيءَ ۾ "سماج جي ميمبر هئڻ جي حيثيت". لفظن تي خاص ڌيان ڏيڻ جڳائي. اهي لفظ ڏيکارين ٿا، تہ ثقافت جو سماج سان گهاٽو رشتو آهي. انسان هڪ سماجڪ مخلوق آهي. ڪيترا جيوت - جنتو، پسون - پکي، بہ پاڻ ۾ گڏجي، هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيئي زندگي گذارن ٿا، ان ڪري اهي بہ سماجڪ مخلوق چئبا. چاهي سندن سماج جو سرشتو انسان جي سماج وانگر، پيچيدو ۽ مضبوط نہ آهي، پر انسان اها سماجڪ مخلوق آهي، جنهن کي ثقافت يا ڪلچر جو گڻ حاصل ٿيل آهي. ان ڪري ڪيس 'اشرف

(1) "Culture or civilzation is that complex whole, which includes knowledge, belief, art, morals, law, customs, and any other capabilities and habits acquired by man as a member of society."
New York (New - Kroeber A. L., Anthropology, Harcourt, Brace and World, Inc., Edition, Revised, 1948), P. 252.

المخلوقات' يعني "سڀني اُپايل مخلوقن مان اعليٰ" هئڻ جو درجو ڏنو ويو آهي. انسان جي انهيءَ ثقافت جو بنياد آهي ٻولي. انسان کي جيڪڏهن ٻوليءَ جي ڏات نہ ملي ها، تہ اڄ هو هيتري ترقي نہ ڪري سگهي ها.

ان ۾ شڪ نہ آهي تہ انسان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي ساهوارا، پنهنجي واتان طرحين طرحين آواز ڪري، پنهنجن ساٿين کي خوشيءَ، غم، وغيره جو پيغام پهچائين ٿا. پر سندن آواز جو سرشتو ايترو پيچيدو ۽ ڳوڙهو نہ آهي، جيترو انسان جي ٻوليءَ ۾ ملي ٿو. انسان ان ٻوليءَ جي ڏات سان نئي پنهنجي حاصل ڪيل علم ۽ ڄاڻ، تجربي ۽ جذبات کي ٻين ساٿين تائين پهچائي ٿو، نہ فقط ايترو، پر انهيءَ کي ايندڙ پيڙهين لاءِ بہ محفوظ ڪري سگهي ٿو.

ڪن سماج جي ماهرن ثقافت ۽ سڀيتا (تهذيب) ۾ فرق ڄاڻايو آهي. سڀيتا کي انگريزيءَ ۾ چون Civilization، جنهن جو اکري مطلب سهڻي، شانائتي شهري زندگيءَ جي رهڻيءَ ڪهڻي سان آهي. حقيقت ۾ 'سڀيتا' جي اشتقاقي معنيٰ بہ آهي 'سڀيہ هئڻ جي ڀاونا يا حالت'. سڀيہ معنيٰ اهو جيڪو سڀا، مجلس ۾ اٿڻ - ويهڻ جو طريقو ڄاڻي ٿو ۽ ان موجب هلت ڪري ٿو. مطلب تہ "معزز، شانائتو ماڻهو." ان ڪري عالمن جي ويچار موجب سڀيتا يا Civilization لفظ جي معنيٰ ۾ انسان جي فقط طبعي يا سماجي ترقي سمايل آهي. ٻئي طرف ثقافت يا ڪلچر جو واسطو انسان جي اندروني، دماغي، ذهني ۽ روحاني ترقيءَ سان آهي. عام طور ثقافت يا ڪلچر لفظ جو وسيع معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويچي ٿو. انهيءَ جي دائري اندر انسان جي جيوت جو دماغي ۽ ذهني پهلو (علم ۽ ڄاڻ، ويچارن ۽ جذبات، اعتقاد ۽ مذهب وغيره) توڙي سندس زندگيءَ جون ٻاهريون پهلو (جسماني سجاوٽ، ويس - وڳا، هار - سينگار، ڪاڌو - پيتو، رهائش جو ڍنگ، وغيره) اچي وڃن ٿا.

## لوڪ ثقافت جا مکيہ تت يا جزا

لوڪ ثقافت يعني عوامي تهذيب - تمدن جا مکيہ ڪهڙا ڀاڱا آهن؟ انهن ۾ لوڪ ادب جي ڪهڙي جاءِ آهي؟ لوڪ ادب ۾ پهاڪن - محاورن جي جڳهہ ڪٿي آهي؟ انهن مڙني سوالن کي هتي چارٽ ۾ سمجهايو ويو آهي:

# لوڪ - ثقافت
(Folklore)



لوڪ ثقافت جا مکيه ٻه ڀاڱا آهن

1. لوڪ جيون يعني لوڪن جي زندگيءَ جو طريقو. (Folk ways of Living)
2. لوڪ جي جذبات ۽ ويچارن جي اظهار جو طريقو. (Folk ways of Expression).

هر هڪ ڀاڱي کي وڌيڪ ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

## 1- لوڪ جيون طريقو

### الف: لوڪ - اعتقاد (Folk Beliefs)

سنسار جي پيدائش، خلقڻهار جي هستي، وڻ - ٽڻ، پسون - پکي، ديوَ - پريون، جن - ڀوت، جادو - ٽوڻا، سوڻ - اَپسوڻ، جهاڙ - ڦوڪ، پير - فقير، لوڪ - پرلوڪ، وغيره موضوعن بابت عوام جا عقيدا ۽ وشواس هن ڀاڱي هيٺ اچن ٿا.

### ب: لوڪ - ريتيون (Folk Customs and Practices)

کيتي - ٻاري شروع ڪرڻ وقت زمين جي پوڄا، سمنڊ جي سفر تي اُسهڻ وقت پاڻيءَ جي پوڄا، قدرت جي عناصرن جي عبادت، مذهبي ڏڻ - وار ملهائڻ، انسان جي جنم کان وٺي مرڻ تائين جدا جدا موقعن تي ريتيون - رواج ۽ اعتقاد، درگاهن، عبادتگاهن، مندرن - ٽڪاڻن ۾ وڃي دعائون گهرڻ ۽ سکائون ڪرڻ، اوجهن ۽ ڀوپن جي جهاڙ - ڦوڪ ذريعي بيمارين جو علاج ڪرائڻ، وغيره لوڪ - ريتن جا ڪجهه مثال آهن.

### ٻ: لوڪ - وندر (Folk ways of Entertainment)

ميلا - ملاکڙا، ملهه - ڪُشتيون، ڪُکڙن، سانن، تترن جي ويڙهه، ڏڻ - ڏينهن تي رانديون ۽ شغل، بازيگرن جا کيل، ڳوٺائيون ڪچهريون، ڪٺپتليءَ جا ناچ، ڏاندن، اٺن ۽ گهوڙن جي ڊوڙ، وغيره عوام جي وندر جا ڪجهه مثال آهن.

### پ: لوڪ - رهڻي ڪهڻي (Folk dresses, Food habits, etc)

سماج ۾ پنچاتي سرشتو، گڏيل ڪٽنب جو سرشتو، روايتي ويس - وڳا (اَجرڪ، سنڌي ٽوپي، ميراڻي ٽوپي، شڪارپوري پڳڙي، ڀرت جو هنر، وغيره) روايتي نموني جا زيور (نٿ، بولو، ڏانوٽي، وغيره) کاڌي پيتي جا نرالا ڍنگ ۽ شيون (ڏاچورا، لوڙهه، پڀڻ، ٻههه، گيدوڙا، وغيره)، اهي سڀ لوڪ رهڻي - ڪهڻيءَ جا ڪجهه مثال آهن.

## 2- لوڪ - اظهار جو طريقو

لوڪ پنهنجن امنگن ۽ ويچارن جو اظهار جدا جدا طريقن سان ڪري ٿو. انهن جا مکيہ ٻہ قسم آهن: ٻوليءَ ذريعي اظهار ۽ ٻوليءَ کان سواءِ ٻين طريقن سان اظهار. هن ٻئي قسم هيٺ لوڪ ڪلائون ۽ لوڪن جا هنر - ڏنڌا، وغيره اچي وڃن ٿا. انهن ٻنهي طريقن جي اظهار تي لوڪ - مانس ۽ لوڪ - پرمپرا جي ڇاپ هوندي آهي. ڪنهن هڪ ڪلاڪار جي رچنا، عوام ۾ مشهور ٿي وڃڻ بعد سموري لوڪ - سماج جي رچنا بڻجي ويندي آهي. وقت گذرندي اها خبر نہ پوندي آهي تہ انهيءَ جو اصل رچيندڙ ڪير هئو؟ سرلتا، سياويڪتا ۽ غير - مصنوعي سونهن توڙي نزاڪت، اهي لوڪ - اظهار جون مکيہ خاصيتون آهن.

### ٻوليءَ کان سواءِ ٻين طريقن سان اظهار

**الف: لوڪ ڪلائون (فَنَ)** (Folk Arts)

لوڪ ڪلائن (فَنَ) (Folk Arts) جا مثال آهن: عمارت - سازي (Traditional Architecture)؛ مورتي - ڪلا (Folk Sculpture)؛ (پتلا ۽ بت ٺاهڻ، مٽيءَ جون مورتيون ۽ رانديڪا ٺاهڻ، ڪپڙن مان گڏا - گڏيون ٺاهڻ، ڪنپتليون ٺاهڻ، وغيره)؛ لوڪ - چترڪاري - ڪلا (Folk Painting) (رنگن سان ديوارن، ڏرتيءَ، سرن، ڪاٺ، ڪاغذ، وغيره تي چٽ چٽڻ)؛ لوڪ - ناچ (Folk Dancing) (ڇيڄ، ٽپو، جهمر، ڇيڪلي، گهڙي جو ناچ، ڏونڪن جو ناچ، مغرمان، اٺن جو ناچ، گهوڙي جو نچائڻ)؛ لوڪ موسيقي (Folk Music) (روايتي سازن جو وڄڻ يا سازن وڄڻ سان گڏ ڳائڻ ۽ نچڻ، جهمريون پائڻ).

**ب: لوڪن جا هنر ڏنڌا** (Folk Crafts)

لوڪن جا اهڙا هنر ۽ ڏنڌا جيڪي پيڙهي در پيڙهيءَ هلندا پيا اچن، انهن جا ڪجهہ مثال آهن: واڍي جو جنڊيءَ جو ڪم، سوناري جو زيورن تي ميناڪاريءَ جو ڪم، لهار جو برتن ۽ اوزار ٺاهڻ، ٺاٺارڪو ڏنڊو، ڪنڀر جو مٽيءَ جي رانديڪن ۽ برتن ٺاهڻ جو هنر، زالن جو پرت پرڻ، سبڻ ۽ رلين، وغيره ٺاهڻ جو هنر.

## ٻوليءَ ذريعي اظهار

ٻوليءَ ذريعي لوڪ جڏهن پنهنجي امنگن ۽ ويچارن جو اظهار ڪن ٿا، تڏهن ادب جو سرجڻ ٿئي ٿو. لوڪ ادب جا مکيه قسم هيٺينءَ طرح آهن:

### الف: لوڪ شاعري (Folk Poetry)

انهيءَ ۾ شعر جا سڀ قسم اچي وڃن ٿا. انهن مڙني جي مکيه وصف اها آهي، ته انهن کي سُر، تال، لئه ۾ ڳائي سگهجي ٿو. ان لاءِ نظم جي بحر – وزن، وغيره جي پابندي لازمي نه آهي. لوڪ شاعريءَ جا مکيه ٻه پاڱا آهن: لوڪ گيت (Folk Songs Lyrics) انهيءَ ۾ ڪنهن ڳالهه يا قصي جو بيان نه هوندو آهي؛ فقط نفيس جذبن جو سهڻي نموني اظهار هوندو آهي.

لوڪ شاعريءَ جو ٻيو پاڱو آهي: نظم ۾ ڳاتل قصا ۽ داستان (Folk Poetic Narration) جن ۾ ڪنهن ڳالهه جو سلسيوار بيان مکيه هوندو آهي.

### ب: لوڪ ڪٿائون ۽ ڪهاڻيون: (Folk tales, etc)

جيئن ته، ديون – پرين، بادشاهن ۽ شهزادين، جانورن – پکين، ٺڳن – چورن وغيره جون ڪهاڻيون؛ ٻارن جون آکاڻيون.

### ٻ: لوڪ ناٽڪ: (Folk Drama & Stage)

ڳوٺاڻي ڪچهريءَ ۾ مسخرن جا چرچا – گهيا، تماشا، سانگ، رام ليلا، ڪرشن ليلا، وغيره.

### پ: لوڪ – چوڻيون، ننڍا گفتا ۽ ٻول: (Mionr Folk Utterances)

پهاڪا، چوڻيون، محاورا، پروليون، جهاڙ – ڦوڪ ۾ ڪتب ايندڙ منتر، ٻاراڻا ٻول، جيڪي ٻارن جي راندين ۾ چيا ويندا آهن، ننڍڙا لطيفا، گاريون ۽ فاحش گفتا، وغيره هن قسم جا ڪجهه مثال آهن.

منهنجي ويچار ۾ لوڪ ادب جي جدا جدا قسمن کي نظم ۽ نثر ۾ ورهائڻ ٺيڪ نه آهي، ڇاڪاڻ ته نثر ۾ چيل ڳالهين، آکاڻين وغيره ۾ ٻه ڳاهون، بيت، ڏوهيڙا وغيره اڪثر ڪتب ايندا آهن. ساڳيءَ طرح، ڏسبو ته لوڪ چوڻيون، وغيره ۾ پهاڪا، پروليون، وغيره نثر توڙي نظم جي صورت ۾ ملن ٿا.

2

# ٻوليءَ ۾ ٺهاڪا ۽ محاورا

انسان ٻوليءَ ذريعي جڏهن پنهنجي جذبات ۽ ويچارن جو اظهار ڪري ٿو، تڏهن هو گهربل لفظ چونڊي، پنهنجي مرضيءَ مطابق جدا جدا نمونن ۾ انهن کي ڪتب آڻي سگهي ٿو. هن تي فقط اها پابندي آهي ته ٻوليءَ جي وياڪرڻي (گرامر) سرشتي جي ڀڃڪڙي نه ڪري. مثال طور، جيڪڏهن ڪنهن کي ڪو ڪتاب گهرجي، ته هو الڳ الڳ جملن ذريعي پنهنجي خواهش ظاهر ڪري سگهي ٿو:

مون کي هيءُ ڪتاب کپي.

هيءُ ڪتاب گهرجيم.

هن ڪتاب جي گهڻي ضرورت اٿم.

مان هيءُ ڪتاب خريد ڪندس.

مون کي هيءُ ڪتاب هٿ ڪرڻو آهي. وغيره.

هنن جملن جي بيهڪ چاهي هڪ ٻئي کان بدليل آهي، پر انهن ذريعي جيڪا خواهش ظاهر ڪئي ويئي آهي، اها گهڻي قدر هڪ جهڙي آهي. ٻوليءَ جي اهڙن جملن کي 'آزاد استعمال' (Free Expressions) چئبو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جي ڪتب آڻڻ وقت ڳالهائيندڙ کي آزادي آهي، ته هو پنهنجي مرضيءَ مطابق لفظن جي چونڊ ڪري، انهن کي جدا جدا بيهڪ وارن جملن ۾ ڪتب آڻي سگهي ٿو.

اهڙن آزاد استعمالن جي ڀيٽ ۾، ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙي قسم جا استعمال آهن، جن جي بيهڪ مقرر ٿي ويئي آهي، ان ٻوليءَ جو هرڪو ماڻهو ڪنهن گهربل مطلب جي ظاهر ڪرڻ لاءِ اهي استعمال بلڪل ساڳئي نموني پيو ڪتب آڻي. اهڙن استعمالن کي مروج استعمال (Formulas Usages) چئجي ٿو. ڪجهه مثال ڏسو:

1. هو هميشه پيو پنهنجي مان ويڪون ڪڍي، اهو ڪونه ٿو ڏسي ته پنهنجي ڪان وڏيڪ پاڻ عين سان پريو پيو آهي.
مينهن پنهنجي ڪارنهن ڏسي ڪانه، ڳئونءَ کي چوي ته هل ڙي پڇ ڪاري.
2. رامداس اٿيئي "ٻڳهلو ڀڳت". ڪانئس خبردار رهجانءِ.
3. ڪمل ساهيڙين واتان اها ڳالهه ٻڌي "پاڻي پاڻي ٿي ويئي."
4. ٻوڏ ۾ ستايلن جي مدد ڪرڻ جو ويچار ڪيو اٿيئي، ته پوءِ دير ڇو ٿو ڪرين؟ "ترت دان، مها پڃ."
5. ڪالهه ميدان تي گهٽي ئي "چوڪر ٻاڪر" اچي ڪنا ٿيا هئا.

انهن مثالن ۾ جيڪي استعمال نمايان ٿيل آهن، اتهن کي ٻوليءَ ۾ نرالي اهميت ملي چڪي آهي، اهي اسان جي ٻوليءَ ۾ اهڙا فارمولا آهن، جيڪي هرڪو ماڻهو ساڳئي نموني پيو ڪتب آڻي. انهن جي اندروني بيهڪ ۾ تبديل ڪرڻ جو ڪيس اختيار ڪونهي. جيڪڏهن ڳالهائيندڙ انهن جي لفظن ۾ ڪابه تبديل ڪندو ته استعمالن جو گهربل مطلب حاصل نه ٿيندو، يا اتهيءَ بدليل ٿيل بيهڪ ۾ اهو استعمال مروج ليکيو نه ويندو. مثال طور، 'پاڻي پاڻي ٿي وڃڻ' هڪ مروج استعمال آهي. جنهن جي معنيٰ آهي 'لڄي ٿيڻ، شرمسار ٿيڻ.' انهيءَ ۾ جيڪڏهن اسين هم - معنيٰ لفظ ڪتب آڻي چئون - 'جل جل ٿي وڃڻ' يا 'نير نير ٿي وڃڻ' ته گهربل معنيٰ ڪانه ملندي، نڪو انهيءَ صورت ۾ اهو مروج ليکبو.

'انڌن ۾ ڪاڻو راجا' (اڄڪلهه ۾ توري ڇاڻ وارو به هوشيار ليکيو ٿو وڃي.) سنڌيءَ ۾ هڪ مروج استعمال آهي. ان ۾ جيڪڏهن تبديل ڪري چئون 'سورداسن ۾ ڪاڻو راجا'، 'نابينن ۾ ڪاڻو سلطان' يا 'بي نور ۾ هڪ - اکيو بادشاهه' ته چاهي انهيءَ جي مطلب ۾ ڦيرو ڪونه ٿو اچي، پر ان بدليل صورت ۾ اهي استعمال سنڌيءَ ۾ مروج نه ليکيا ويندا.

'موهني گونگي گانءِ آهي'، هتي 'گونگي گانءِ هئڻ' هڪ مروج استعمال آهي، جنهن جو مطلب آهي، نهٺو، نماڻو، حليم سياءَ وارو هئڻ.' ان جملي ۾ جيڪڏهن هم معنيٰ لفظ وجهي چئون ته 'موهني ڏڳي آهي' ته مطلب ئي ڦري ويندو.

ٻوليءَ ۾ جڏهن ڪو هڪ لفظ اکري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج موجب ڪنهن ٻيءَ معنيٰ ۾ ڪتب آڻجي ٿو، تڏهن اهو لفظ به 'مروج استعمال' بڻجي پوي ٿو. جيئن ته، 'هوءَ اميدواري آهي'. هن جملي ۾ 'اميدواري هئڻ' جي

معنيٰ آهي 'ڳرڀوتي هئڻ، حامله هئڻ.' هتي لفظ جي صورت ڪي قدر بدلائي جيڪڏهن چئون 'هوءَ اميدوار آهي' يا 'هُن مائيءَ کي اميد آهي' ته پوءِ گهربل مطلبَ نه نڪرندو. ساڳيءَ طرح ڪنهن ڇوڪر کي چئجي، "گڏهه هيءَ ڇا پيو ڪرين؟ ڪجهه ته سمجهه کان ڪم وٺ" ته هن جملي ۾ "گڏهه" لفظ 'بيوقوف، ناسمجهه' جي معنيٰ ڏني ٿو. اتي جيڪڏهن "گڏهه" لفظ بدران هم - معنيٰ لفظ 'ڪودڙو، خر' ڪم آڻبو ته ان مان ساڳي معنيٰ حاصل نه ٿيندي.

سنڌي ٻوليءَ جي رواج موجب ڪيترائي ٻٽا لفظ اسين ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ پيا ڪتب آڻيندا آهيون. جيئن ته،

ننڍو نيٽو، دوست دڙو، ماٺهو چيٺو، پڪوڙو ڏڪوڙو، وغيره.

اهي ٻٽا لفظ اهڙا آهن، جيڪي اسان جي ٻوليءَ ۾ اڳي ويا آهن. انهن جي طرز تي اسين پيا نوان ٻٽا لفظ نٽا ٺاهي سگهون، يعنيٰ ٻوليءَ جي بيهڪ ۾ اهڙا ٻٽا لفظ غير - اُپجائو (Unproductive) آهن، پر انهن جي پيٺ ۾ پيا ڪجهه ٻٽن لفظن جا اهڙا نمونا آهن، جن جي طرز تي اسين نوان ٻٽا لفظ ٺاهي استعمال ڪري سگهون ٿا. جيئن ته 'ٻ' وينجن جي ڏهراءَ سان ٺهيل ٻٽا لفظ،

دوا ٻوا، پاڻي ٻاڻي، شربت ٻربت،

ان طرز تي اسين ٻين ٻولين مان آڌارا ورتل لفظ به 'ٻ' جي ڏهرائڻ سان ٺاهي سگهون ٿا. جيئن ته،

فونو ٻونو، ريڊيو ٻيڊيو، ٽي. وي ٻيوي، اسٽيشن ٻسٽيشن، وغيره.

ان مان ظاهر آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻٽا لفظ جوڙڻ جو اهو نمونو اُپجائو (Productive) آهي. هاڻي ثابت ٿيو ته ٻير - اُپجائو ٻٽا لفظ به ٻوليءَ ۾ مروج استعمال آهن، جيڪي اسان کي جيئن جو تيئن، ڪنهن به ڦير گهير ڪرڻ کان سواءِ استعمال ڪرڻا آهن.

## مروج استعمالن جا قِسم

سنڌيءَ ۾ ڪتب ايندڙن سڀني مروج استعمال کي اسين ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهون ٿا.

1. اهو مروج استعمال، جيڪو بيان ۾ ڪنهن جملي جي بيهڪ ۾ نه ٻڌجي، هڪ الڳ ايڪي يا جملي وانگر ڪتب اچي ٿو.
2. اهو مروج استعمال، جيڪو بيان ۾ ڪنهن جملي جو جزو ٻڻجي وڃي ٿو.

هر هڪ قسم جي مروج استعمال کي معنيٰ جي لحاظ کان ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

**الف:** اهو مروج استعمال، جيڪو اکري معنيٰ نہ ڏيئي، ٻوليءَ جي رواج موجب ٻي ڪا معنيٰ ڏئي.

**ب:** اهو مروج استعمال، جيڪو پنهنجي اکري معنيٰ ۾ ئي ڪتب اچي ٿو.




هتي ڏنل سمجهاڻيءَ موجب مروج استعمال ڪل چئن قسمن جا آهن:

1. اهو مروج استعمال جيڪو بيان ۾ الڳ ڪتب ايندڙ هڪ پورو جملو يا ايڪو هوندو آهي ۽ اکري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج موجب ٻي معنيٰ ڏيندو آهي. انهيءَ کي 'پهاڪو' چئبو آهي. مثال:

هو هميشہ پيو ٻين مان ويڪون ڪڍي، اهو ڪونہ ٿو ڏسي تہ ٻين کان وڌيڪ تہ پاڻ عيبن سان پريو پيو آهي.

مينهن پنهنجي ڪارنهن ڏسي ڪانہ، 'ڳئون' کي چوي تہ هل ڙي پڇ ڪاري'.

هتي ٿلهي ٽائيپ ۾ ڇپيل پهاڪو آهي. ان جي اکري معنيٰ آهي تہ مينهن پاڻ سڄي ڪاري آهي، پر پنهنجي ڪارنهن طرف هن جو ڌيان ڪونہ ٿو وڃي. ويچاري ڳئون جنهن جو فقط پڇ ڪارو آهي، تنهن کي پيئي نفرت جي نگاهہ سان ڏسي ۽ پيئي ٽوڪيس تہ تون پڇ - ڪاري آهين. بيان ۾ اسان کي ان مروج استعمال جي اکري معنيٰ گهربل ڪانهي. حقيقت ۾ ان ذريعي اهو مطلب ٿو ظاهر ٿئي، تہ نيچ ماڻهو پنهنجون اوڻايون ڪونہ ڏسندو آهي. پر ٻئي ۾ هڪ بہ عيب ڏسي بہ ڪيس ٽوڪيندو آهي. هتي نيچ انسان جي ڪجهي پيٽ 'مينهن' سان ڪيل آهي ۽ گهٽ عيبن واري شخص جي پيٽ 'ڳئون' سان

ڪيل آهي. هيءُ مروج استعمال بيان ۾ ڪنهن ٻئي جملي جو جزو نه آهي، پر پنهنجو الڳ، وجود رکي بيٺو آهي. اهو هڪ ايڪو (Unit) آهي، جنهن ۾ ٽي جملا آهن.

2. اهو مروج استعمال جيڪو بيان ۾ الڳ استعمال ٿيندڙ هڪ پورو جملو يا ايڪو هوندو آهي ۽ پنهنجي اکري معنيٰ ۾ ٿي ڪتب ايندو آهي، انهيءَ کي 'چوڻي' سڏبو آهي. مثال:

- ٻوڏ ۾ ستايلن کي مدد ڪرڻ جو ويچار ڪيو اٿيئي ته پوءِ دير ڇو ٿو ڪرين؟ 'ترت دان، مها پڃ' .

هن بيان ۾ 'ترت دان، مها پڃ' هڪ چوڻي آهي، جنهن جو مطلب آهي ته ڪنهن گهرجائو شخص جي وقت تي مدد ڪرڻ ئي ثواب جو ڪم آهي. هتي اسان کي ان استعمال جي اکري معنيٰ ئي گهربل آهي ۽ اهو بيان ۾ ڪنهن ٻئي جملي جو جزو نه آهي.

3. اهو مروج استعمال جيڪو بيان ۾ ڪنهن جملي جو جزو ٿي ڪتب ايندو آهي ۽ اکري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج مطابق ٻي معنيٰ ڏيندو آهي، انهيءَ کي 'محاورو يا اصطلاح' چئبو آهي. مثال:

ڪمل ساهيڙين جي اوتان اهڙا ڳالهه ٻڌي 'پاڻي پاڻي ٿي ويئي.'

هن جملي ۾ 'پاڻي پاڻي ٿي وڃڻ' هڪ محاورو يا اصطلاح آهي، جيڪو جملي جو جزو ٿي ڪتب آيو آهي. ان جي اکري معنيٰ مان جيڪو ٻيو مطلب 'لڄي ٿيڻ، شرمسار ٿيڻ' نڪري ٿو، اهوئي اسان کي گهربل آهي.

4. اهومروج استعمال جيڪو بيان ۾ ڪنهن جملي جو جزو ٿي ڪتب ايندو آهي ۽ ان جي اکري معنيٰ ئي گهربل هوندي آهي، تنهن کي 'ورجيس' چئبو آهي. مثال:

- پوليس کي ايندو ڏسي چور اهڙو ڀڳو، 'جيئن ڪاريءَ هينان ڪانءُ' ،
- ماستر جڏهن موهن کان سوال پڇيو ته هو 'اهڙو ڪُڇي، جهڙي ڀت' .
- ڪالهه ميدان تي گهٽي ئي 'چوڪر ٻاڪر' اچي ڪنا ٿيا هئا.

انهن مثال ۾ ٿلهي ٽائيپ ۾ ڇپيل استعمال ورجيسون آهن. اهي جملي جو هڪ ڀاڱو ٿي ڪتب آيا آهن ۽ پنهنجي اکري معنيٰ ئي ڏين ٿا.

## مروج استعمال جا پيا مثال:

### 1. پهاڪا

- 'گدڙ ڊاک، نہ پڄي آکي ٿو کٽا' ،
- 'جتي اُٺ ترندو، اتي پڇ بہ تري ويندو' ،
- 'ڏڏو کير ٿڻين نہ پوي' ،
- 'بک ۾ بصر مٺا' ،
- 'ڪتي جو پڇ ٻارهن مهينا نڙ ۾ وجهہ تہ بہ ڏنگي جو ڏنگو' ،
- 'سيرو ڪاڏو ڀاتل ڦاٽي' ،
- 'ٻليءَ کي خواب ۾ ڇيڇڙا' .

### 2. چوڻيون

- 'ڏياريءَ جو ڏيئو ڏئو، ننڍو وڏو ڇيڙ منو' ،
- 'يار اهو جو اوکيءَ ويل ڪم اچي' ،
- 'آهہ غريبان، قهر خدائي' ،
- 'ڏکڻ مينهن نہ وسڻا جي وسي تہ پوڙي،<br>ڪانئر ڏک نہ هٽڻا جي هٽي تہ جهوري' ،
- 'انسان خطا جو گهر آهي.
- 'جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي' ،
- 'لالچ بري بلا' ،
- 'دير پيا درست پيا.'

### 3. محاورا يا اصطلاح

- کير کنڊ ٿي وڃڻ (ميل ميلاپ سان رهڻ)؛
- پنهنجي پير تي ڀاڻيهي ڪهاڙو هڻڻ، (پنهنجي هٿن سان پاڻ کي هاجو رسائڻ)؛
- دل نہ ڳرڻ (پڄي نہ سگهڻ)؛
- وات ۾ مگ پوڻ (نہ ڪڇڻ، جواب نہ ڏيڻ)؛
- ڀَتَ ۾ ڪبر وجهڻ (ڪم ۾ رنڊڪ وجهڻ)؛
- منهن ٽامڻي هڻڻ (جوش ۾، ڪاوڙ ۾ اچڻ).

### 4. ورجيسون

چور چڪار، وهٽ واٽو، ياڙو پيتو، لاءُ لشڪر، چڊو ڀاڊو، ڳجهہ

ڳوهہ، گهٽو تٽو، بڪ شڪ، تيوڻ – تلهو، ڏسٽو وائسٽو، مار مانجهان، مار پيٽي؛ اڇو جهڙو کير؛ پيلو جهڙو هيڊ.

سنڌي پهاڪن جي ڪيترن ئي مجموعن ۾ ڏنو ويو آهي تہ پهاڪا ۽ چوڻيون هڪ هنڌ گڏ ڏنا ويا آهن، ڇاڪاڻ تہ ننهي جي بيهڪ ۾ فرق نہ آهي. ٻئي پوري معنيٰ ڏيندڙ ايڪا يا جملا آهن. انهن جي گڏ ڪندڙن عالمن جي راءِ ۾ پهاڪو ۽ چوڻي ٻئي هم معنيٰ لفظ آهن. سندن ويچار ۾ پهاڪو اڪثر اکري معنيٰ بدران ٻي معنيٰ ۾ ڪتب ايندو آهي. اهو ٻيو مطلب ئي اسان کي بيان ۾ گهربل هوندو آهي. پر ڪجهہ پهاڪا فقط اکري معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آهن. جن کي 'چوڻي' بہ چئبو آهي.

ساڳيءَ طرح، محاورن يا اصطلاحن جي مجموعن ۾ ڪيترائي اهڙا لفظي ميڙ (Phrases) ڏنا ويا آهن، جيڪي فقط پنهنجي اکري معنيٰ ۾ استعمال ٿين ٿا. 'پيرو مل' مهر چند آڏواڻيءَ "گلقند" (پهاڪن ۽ اصطلاحن جو مجموعو) جي ٻئين ڀاڱي اندر اصطلاحن ۽ ورجيسن کي هم معنيٰ لفظ ليکيو آهي. هن ڪتاب جي آخر ۾ سمجهاڻي ڏيندي لکيو آهي. "اصطلاح يا ورجيس ان کي چئجي ٿو، جنهن جي اکري معنيٰ هڪڙي ۽ رواج موجب ٻي آهي." پر انهيءَ ڀاڱي ۾ ڪجهہ اهڙا لفظي ميڙ بہ ڏنا آهن، جيڪي اصطلاح نہ آهن. اهي فقط اکري معنيٰ ۾ ڪتب ايندا آهن. مثال طور،

اڳت يا جمع ڪرڻ (بنديءَ ۾ جمع واري پاسي ۾ پيسا داخل ڪرڻ)؛
ڀاڱي ڀائي (حصيدار، ڀائيوار)؛
لڄ آيس (لڄي ٿيو)؛
سچ ڪني ڪيي (سچ ٿورڙو اپريو).

انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ سيني عالمن اهاڳالهہ مڃي آهي تہ پهاڪا يا چوڻيون، مُحاورن (اصطلاحن) يا ورجيسن کان الڳ آهن. ڇاهي هنن معنيٰ جي لحاظ کان انهن کي وڌيڪ قسمن ۾ نہ ورهايو آهي. پر منهنجي ويچار ۾ جيڪڏهن سنڌيءَ ۾ انهن مروج استعمال جو باريڪيءَ سان ڇيد ڪبو، تہ پوءِ انهن کي چئن قسمن ۾ ورهائڻو پوندو، جيئن هتي (مٿي) سمجهايو ويو آهي.

## پهاڪن ۽ محاورن ۾ ٻي معنيٰ ڪيئن ٿي ملي؟

اسان ڏٺو تہ بيان ۾ پهاڪن ۽ اصطلاحن جي اکري معنيٰ نہ ڪٺي، ٻي معنيٰ ڪٺجي ٿي. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ، اهڙن استعمالن ۾ لفظن جي اکري

معنيٰ مان ٻيو مطلب ڪيئن ٿو حاصل ٿئي؟ هيءُ اهڙو موضوع آهي جنهن تي علمِ لسانيات ۽ شاعريءَ جي علم ۾ گهڻي تفصيل سان بحث ڪيل آهي. هتي اُپٽار نہ ڪري، فقط ٿوري ۾ انهيءَ تي روشني وجهڻ ٺيڪ ٿيندو.

جڏهن اسين ڪنهن کي چئون ٿا، ”فلاڻو اٿيئي ٻگهلو ڀڳت، مٿان سندس ڦندي ۾ ڦاٿو آهين.“ تڏهن اسان جو مطلب اِهو نہ آهي، تہ بيان ڪيل ماڻهو ٻگهلو پکي آهي. ٻڌندڙ بہ ڄاڻي ٿو، تہ جنهن جو بيان ڪيو ويو آهي، اهو ماڻهو آهي، پکي نہ آهي. تڏهن هو ٻوليءَ جي رواج مطابق انهن لفظن جي ٻي معنيٰ ڪڍي ٿو، جا آهي ”ٺڳ، دوکيباز، مڪار.“ هن مان ظاهر آهي تہ، جنهن لفظ جي اکري معنيٰ بيان ۾ نٿي ٺهڪي، تڏهن ان جي ٻي معنيٰ ڪڇجي ٿي، پر انهيءَ جو اهو مطلب نہ آهي تہ، جيڪا بہ ٻي معنيٰ اسان کي وڻي، اها ڪڍون. حقيقت ۾ اهڙي حالت ۾ لفظ جي ٻي معنيٰ اها ڪڍبي آهي، جنهن جو لفظ اکري معنيٰ سان ڪونہ ڪو لاڳاپو ضرور هوندو آهي. هتي ’ٻگهلو‘ لفظ جي اکري معنيٰ آهي ’ٻگهلو پکي‘؛ ۽ ’ڀڳت‘ لفظ جي معنيٰ آهي، ’ڀڳتي ڪندڙ؛ سنت ساڌو‘ هتي انهن لفظن جو مطلب ’ٺڳ، دوکيباز، مڪار‘ ڪنيو ويو آهي، جنهن جو لفظن جي اکري معنيٰ سان گهرو لاڳاپو آهي. هتي ٻگهلي ۽ ٺڳ ماڻهوءَ جي سڀاءَ ۾ هڪجهڙائيءَ طرف اشارو ڪيل آهي. اوهان ڏٺو هوندو تہ ٻگهلو پکي جڏهن ڳچي بدن ڏانهن سرڪائي، اکيون ٻوٽي، چپ چاپ ڍنڍ ۾ هڪ ٽنگ تي بيٺو هوندو آهي، تڏهن ائين لڳندو آهي، ڄڻ تہ ڪو ساڌو مهاتما پاڻيءَ ۾ هڪ ٽنگ تي بيٺو تپسيا ڪري، پر جيئن ئي پاڻيءَ ۾ ذري بہ چرپر ٿي، تيئن ئي اهو اکيون ڦرڙائي، مڇيءَ کي ڏسندي ئي جهٽ هڻي چهنب ۾ پڪڙي ونڊو آهي. ٺڳ ماڻهو بہ انهيءَ ٻگهلي پکيءَ وانگر آهي. هو ٻاهران تہ ڀالو ڀولو، ساڌو لڳندو آهي. پر اندر ۾ پڪو ابليس هوندو آهي.

اتي ٻيو سوال هو ٿو پيدا ٿئي، تہ اسين ٻوليءَ ۾ اهڙا لفظ ڪتب ئي ڇو ٿا آڻيون، جو بيان ۾ انهن جي اکري معنيٰ نٿي ٺهڪي، جنهن ڪري اسان کي پوءِ ٻي معنيٰ ڪڍڻي ٿي پوي. انهيءَ جو جواب هيءُ آهي، تہ اسين ٻوليءَ ۾ اهڙا لفظ ان ڪري ٿا استعمال ڪريون، جو منجهن زور ۽ اثر پيدا ڪرڻ جي جيڪا قوت آهي، اها فقط اکري معنيٰ ڏيندڙ لفظن ۾ ڪانهي. ڪنهن کي ’ٺڳ يا دوکيباز‘ چوڻ سان انهيءَ ماڻهوءَ جو سڀاءُ چٽيءَ طرح ۽ اثرائتي نموني

ظاهر نٿو ٿئي. چاڪاڻ جو ٺُڪي هڪ خيالي (Abstract) عمل آهي، پر انهيءَ ماٺهوءَ کي "ڀڳهلو ڀِڳت" چوڻ سان اسين ڀگهلي پکيءَ جي تمثيل تي سندس سياءَ جو چٽو ۽ اثرائتو چٽ چٽي ٿا ڇڏيون. اهڙن لفظن کي استعمال ڪرڻ جو اهو ئي مکيہ مقصد آهي. سنسڪرت ۾ شاعريءَ جي علم جي چاڻن 'شبد شڪتي' (لفظن جي طاقت) موضوع هيٺ، انهن سوالن جي باريڪيءَ سان ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ محاورا ۽ پهاڪا ان طرح پنهنجي اکري معنيٰ کي ڇڏي، ٻوليءَ جي رواج مطابق ٻي معنيٰ جو اظهار ڪندا آهن.

## مروج استعمال جي اهميت

مروج استعمال يعني پهاڪا، چوڻيون، محاورا ۽ ورجيسون آهن، ٻوليءَ جي سونهن. انهن جي جوڳي استعمال سان ٻولي سلوڻي، دلڪش ۽ اثرائتي بڻجي پوي ٿي. مثال طور،

"دشمن کي ايندو ڏسي هو پٺ پائي اٿي ڀڳو"

يا

"دشمن کي ايندو ڏسي هو ائين ڀڳو، جيئن ڪاريءَ هيٺان ڪانءُ."

انهن جملن ۾ جيڪا سونهن، نزاڪت ۽ اثر آهي، اهو "دشمن کي ايندو ڏسي هو ڀڄي ويو" انهيءَ سادي رواجي جملي ۾ نہ آهي. 'انگريز آيا هندستان ۾ واپاري بڻجي، پر پوءِ ملڪي قوت جو فائدو وٺي حاڪم بڻجي ويهي رهيا. 'آئي تانڊي لاءِ بورچاڻي ٿي ويٺي.' انهيءَ مان پهاڪي ڪڍي ڇڏڻ سان بيان جو اثر گهٽو گهٽجي ويندو.

موضوع جي لحاظ کان پهاڪا ۽ چوڻيون وهنواري زندگي جي آزمودن مان حاصل ڪيل ڏاهپ ڀريا گفتا آهن. اسان جي اَبن ڏاڏن، زندگيءَ جي لاهين چاڙهين، ڏکن ڏولائن، غمن خوشين ۾ رهندي، وهنواري زندگيءَ جي آزمودن مان جيڪي پرايو، اهو سڀ ننڍڙن سخنن جي صورت ۾ سهيڙي پونئين کي ورثي ۾ ڏيئي ويا. اهڙن ننڍڙن ڏاهپ ڀرين گفتن، سماج ۾ مروج ٿي پهاڪن ۽ چوڻين جو دَرجو حاصل ڪيو. هتي اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ جڳائي تہ پهاڪا ۽ چوڻيون هڪ شخص جي دماغي ورزش جي پيدائش نہ آهن. ڪو عالم جيڪڏهن ڪنڊ پاسيرو اڪيلائيءَ ۾ ويهي سوچ ويچار ڪري ۽ نصيحت آميز، پُر – معنيٰ نڪتا لکي عوام اڳيان رکي، تہ اهي پهاڪيءَ يا

چوڻيءَ جو درجو مشڪل حاصل ڪري سگهندا. انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ هرڪو پهاڪو هرڪا چوڻي پهرين پهرين ڪنهن هڪ شخص جي واتان نڪتل آهي، پر انهيءَ ۾ جيون جي سچائي اهڙي تہ سهڻي، دلچسپ ۽ اثرائتي نموني پيش ڪيل آهي، جو ان سماج جا ٻيا ماڻهو پڙهندي ئي متاثر ٿيو ٿا وڃن ۽ پوءِ اهي انهيءَ سخن کي اپنائي ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ پاڻ بہ ان جو استعمال ڪن ٿا ڪن. اهڙيءَ طرح هڪ شخص جي آزمودن ۽ جذبات جي سياويڪ اظهار تي ٻڌل سخن، عوام ۾ مروج ٿي، پهاڪو يا چوڻي، بڻجي وڃي ٿو.ڪن حالتن ۾ اعليٰ شاعرن جي بيتن جون ننڍڙيون ٽڪون بہ اثرائتيون ۽ دلڪش هئڻ سببان عوام جي دل ۽ دماغ تي چانئجي ٿيون وڃن. مثال طور، شاهہ لطيف جي ڪلام جون هي سٽون ڏسو:

– ديسي سيڻ ڪجن، پريسي کهڙا پرين.
– ڏک سکن جي سونهن، گهوريا ڏک سکن ري.
– تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي.

اهڙا سخن بہ عام ماڻهن ۾ مروج ٿي، وقت گذرندي پهاڪي يا چوڻيءَ جي درجي تي پهچي ٿا وڃن.

# 3

# پهاڪو

## * 'پهاڪو' لفظ جي اکري معنيٰ

سنڌيءَ ۾ هڪ مصدر آهي 'پَهَڻُ'. اُن جون مکيہ معنائون آهن، 'خيال ڪرڻ، فيصلو ڪرڻ، صلاح وٺڻ يا ڏيڻ، ملڻ، سرچڻ؛ نبرڻ'.
مثال طور:

1. تڏهن ويهي ساٿ وارن، پاڻ ۾ 'پهيو' پرياڻا .
(مخدوم غلام محمد بگائي)

2. پتڳن 'پَهہ' ڪيو، مڙيا متي مچ.
(شاهہ عبداللطيف)

'پهہ' ڌاتوءَ ۾ 'آڪو' پڇاڙي گڏڻ سان لفظ ٺهيو آهي 'پهاڪو'. ان ريت فعل - ڌاتوءَ ۾ 'آڪو' يا 'ڪو' پڇاڙي جوڙڻ سان سنڌيءَ ۾ ٻيا بہ اسم ٺاهيا آهن. جيئن تہ،

ميڙ - (ميڙڻ) - ميڙاڪو؛
چُنُ (چُنڻ) - چناڪو؛
لُچڻ - لچڪو؛
چٻڻ - چٻڪو؛ چلڻ - چلڪو.

انهيءَ ڪري 'پهاڪو' لفظ جي اکري معنيٰ آهي - 'اهو نڪتو يا گفتو، جنهن ۾ ڪو اونهو خيال يا ويچار سمايل آهي.' عام ماڻهن جي روزاني جيوت ۾ اهو گفتو صلاح يا هدايت طور ڪتب آڻجي ٿو، جنهن مان ٻين کي اڪثر صحيح واٽ تي هلڻ لاءِ اشارو ملي ٿو.

---

* هن مقالي ۾ 'پهاڪي' جي وسيع معنيٰ ڪنئي وئي آهي، جنهن ۾ اکري معنيٰ ۾ محبت اينڊڙ 'چوٽيون' بہ شامل آهن.

’پهڻ‘ مصدر مان ٺهيل ٻين ڪن لفظن يا اصطلاحن جا مثال هيٺين ۽ ريت آهن:

پهہ. ’پورُ‘ خيال، اونهو ويچار، غور، صلاح، رٿ، تجويز، منصوبو‘.
’پهہ پارڻ‘ خيال ڪرڻ، ارادو ڪرڻ، رٿ رٿڻ،
’پهہ پچار.‘ ’صلاح مصلحت، خيال جو اظهار؛
’پهہ پچائڻ.‘ خيال ڪرڻ، فيصلو ڪرڻ، منصوبو سٽڻ‘
پهہ ڪرڻ. ’ٺهراءُ ڪرڻ‘،
پَهہ پوڻ. ’پور پوڻ، خيال اچڻ‘،
پهڪار. صلاحڪار وغيره.

انهن مثالن مان به ان ڳالهہ جي پٺڀرائي ٿئي ٿي، تہ پهاڪو اهو گفتو آهي، جنهن ۾ ڪو گنڀير ويچار يا سهڻي صلاح سمايل آهي.

هاڻي اچو تہ ڏسو تہ پَهُہ - ڌاتوءَ جي تاريخي اوسر ڪيئن ٿي آهي. سنسڪرت ۾ هڪ ڌاتو آهي ’ڏرش‘ جنهن جو گردان ۾ روپ ٿئي ٿو ’پَشيہ‘ ، ان مان سنڌيءَ ۾ ڏسڻ، پسڻ، فعلن جي اوسر ٿي آهي. ’پشيہ‘ جون سنڪرت ۾ مکيہ معنائون آهن. ’ڏسڻ، نهارڻ، ويچار ڪرڻ، غور ڪرڻ، جاچڻ، سمجهڻ، اندر جي آواز سان جاچڻ، فيصلو ڪرڻ. سنسڪرت جا ڪجهہ لفظ جڏهن بدلجي سنڌي روپ اختيار ڪن ٿا، تڏهن انهن جي ’ش‘ آواز جي تبديل ڪڏهن ڪڏهن ’هہ‘ ۾ بہ ٿي وڃي ٿي. مثال طور، پَش وپهون (ٻڪري، رڍ، جانور) ’مَنَشيہ، ماڻهو، پاش‘ ڦاهي.

ساڳيءَ طرح، سسنڪرت ڌاتو ’پشيہ‘ بدلجي سنڌيءَ ۾ روپ ورتو آهي ’پهہ‘ ۽ انهيءَ جون ڪيتريون معنائون ساڳيون قائم رهيون آهن.

مرانيءَ جو فعل ’پاهِڻي‘ بہ سنسڪرت ’پشيہ‘ مان نڪتو آهي ۽ معني بہ ساڳي اٿس. گجراتيءَ ۾ هڪ مرڪب لفظ آهي، ’پهاڻي پترڪ‘ يعني ’جاچ رپورٽ‘. هتي پڻ ’پهاڻي‘ لفظ جو مول سنسڪرت ’پشيہ‘ فعل آهي.

’پهڻ‘ فعل جو وڪاس سنسڪرت فعل ’پر + اِيڪش‘ مان بہ ممڪن آهي، جيڪو پراڪرت ۾ ’پيهہ‘ ۽ سنڌيءَ ۾ ’پهہ‘ روپ ۾ ملي ٿو ۽ معنائون اٿس:

’جاچڻ، غور ڪرڻ، ڌيان سان ڏسڻ، جائزو وٺڻ، ويچار ڪرڻ.

عبدالڪريم سنديلي ’تحقيق لغات سنڌي‘ ۾ ’پهاڪو‘ لفظ جي ويٽپتي هن ريت ڏني آهي:

پهاڪو (سن. پَٿ + ڪو پيچاڙي) نصيحت آميز چوڻي، ضرب المثل (1) جامع لغات سنڌي (جلد پيو) جنهن جي ايڊيٽرن ۾ عبدالڪريم سنديلو ﺑﻪ شامل آهي، انهيءَ ۾ پڻ 'پهاڪو' لفظ جي ساڳي ويڄپتي ڏنل آهي. (2) حقيقت ۾ 'نصيحت آميز چوڻي' جي معنيٰ ۾ 'پهاڪو' لفظ جي ويڄپتي سن 'پَٿ' مان ڪڍڻ درست نه آهي. مرزا قليچ بيگ 'سنڌي لغات قديمي' توڙي 'لغات لطيفي' ۾ 'پهاڪو' لفظ جي هڪ معنيٰ "واٽ، رستو، پهه" پڻ ڏني آهي. انهيءَ معنيٰ ۾ 'پهاڪو' يا 'پهو' لفظ جو مول سنسڪرت 'پٿ' ۾ ڄاڻائڻ بلڪل درست آهي. انهيءَ معنيٰ جي لاءِ هن شاهه جي ڪلام ۾ آيل هيٺينءَ سٽ جو حوالو ڏنو آهي:

آتڻ وڃهي آڳ ۾، پيچنديس پوءِ پهاڪو. (3)

سنسڪرت لفظ 'پٿ' يعني رستو، مارگ، گس، 'سنڌيءَ ۽ ٻين ڪيترين ئي هاڻوڪين ٻولين ۾ ساڳئي روپ ۽ معنيٰ ۾ پڻ ڪتب اچي ٿو، پر انهيءَ جو بدليل روپ پڻ پراڪرت، سنڌي، هندي، رجستاني وغيره ٻولين ۾ ملي ٿو. جيئن ته، سنڌيءَ ۾ هي لفظ ڏسو:

پَهُه. پهو (سنسڪرت پٿ) - رستو، واٽ، گس.

پَهي (س. پَٿِن) واٽهڙو، قاصد، پانڌي، همراهه.

ساڳيءَ طرح راجستاني ۽ هنديءَ ۾ 'پهه، پاهه' لفظ ملن ٿا، جن جي معنيٰ آهي رستو، واٽ، انهيءَ مان ظاهر آهي ته سنسڪرت جي 'ٿ' ڏوني هاڻوڪين ٻولين ۾ ڪڏهن ڪڏهن بدلجي 'ه' پڻ ٿئي ٿي. ('پٿ' سان ويجهو انگريزي لفظ 'پاٿ' Path).

## ڪهاوت

'پهاڪي' (نصيحت آميز ڳالهه) جي معنيٰ ۾ سنڌيءَ ۾ ٻيا جيڪي لفظ واهپي ۾ اچن ٿا، اُهي آهن- 'ڪهاوت، ڪهات يا ڪَهَت'. انهن ۾ پهريون روپ 'ڪهاوت' ته هندي، راجستاني، وغيره ٻين ڪيترين ٻولين ۾ ﺑﻪ ملي ٿو.

(1) سنديلو عبدالڪريم، تحقيق لغات سنڌي، (ڇاپو ڇوٿون) لاڙڪاڻو، سنڌ 1963ع، ص 130.

(2) بلوچ نبي بخش خان (مرتب) جامع سنڌي لغات (جلد پيو)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1981ع، ص 854.

(3) مرزا قليچ بيگ، سنڌي لغات قديمي، حيدرآباد سنڌ، 1924ع ص. 96 ۽ "شاهه جو رسالو" حيدرآباد سنڌ 1932ع، ص. 150 يا گربخشاڻي هوتچند مولچند، "شاهه جو رسالو" ڇاپو 1979ع، ص. 307 ۽ 469.

انهيءَ لفظ جي ويتپتي ڳولهي لهڻ، عالمن لاءِ هڪ وڏو مسئلو بڻجي پيو آهي. انهيءَ باري ۾ مکيہ رايا هيٺ ڏجن ٿا:

1. پنڊت رامڌهن مشر جي ويچار ۾ 'ڪهاوت' جو مول روپ 'ڪٿاوت' آهي، پراڪرت نيمن جي مطابق، 'ٿ' جي تبديلي 'ھ' ۾ ٿيڻ عام آهي. ڪهاوت جو آڌار اڪثر ڪي آکاڻيون وغيره هونديون آهن. ڪهاوتون پڻ ڪٿائن وانگر عوام ۾ مشهور ٿي وڃن ٿيون. اِن ڪري انهيءَ لفظ جو مول 'ڪٿا' ۾ هئڻ گهرجي. پلاٽس بہ 'ڪهاوت' جي اها سمجهاڻي ڏني آهي.
2. واسديو شرڻ اگروال پراڪرت 'ڪهاپ' ڌاتوءَ ۾ 'ت' پڇاڙي جوڙڻ سان 'ڪهاوت' لفظ جي بناوت سمجهائي آهي.
3. ڪيشو پرساد مشر 'ڪهہ' ڌاتوءَ ۾ عربي پڇاڙي 'آوت' لڳائڻ سان هن لفظ جي رچنا سمجائي آهي. ڪَهہ + آو + ت = ڪهاوت.
4. سڌيشور ورما نالي مشهور ماهر لسانيات جي راءِ ۾ هن لفظ جي رچنا هن ريت آهي: ڪَهہ + آو + اَت = ڪهاوت.
5. هنومان پرساد جي پودار جي ويچار ۾ هيءُ لفظ ڪهہ + آوت = ڪهاوت نموني ٺهيو آهي، يعنيٰ اهو سخن يا گفتو جنهن کي عام ماڻهو پيڙهي در پيڙهي چوندا ۽ ٻڌندا پيا اچن. انهيءَ طرز تي هنديءَ ۾ ڪهناوت (ڪهنا + آوت) لفظ بہ واهپي ۾ آهي.
6. ڪهاوت ۾ 'وت' حقيقت ۾ 'بات' جو بگڙيل روپ آهي، ان ڪري انهيءَ جو مطلب آهي 'ڪهي هُئي بات' (چيل ڳالهہ). گوسوامي تلسيداس ان معنيٰ ۾ 'بَتَڪهي' لفظ جو استعمال ڪيو آهي.

   راجستانيءَ ۾ پڻ 'ڪهبت' لفظ 'ڪهاوت' جي معنيٰ ۾ ملي ٿو.
7. مولانا ابوالڪلام آزاد جي ويچار ۾ جيئن 'ڪهنا' فعل مان 'ڪهاڻي' لفظ ٺهيو آهي، جيڪو 'ڪٿا، آکاڻيءَ' جي مطلب ۾ مروج ٿي ويو آهي' تيئن 'ڪهاوت' جو بنياد پڻ 'ڪهنا' فعل آهي؛ پر اِهو لفظ پهاڪي يا چوڻيءَ جي مطلب ۾ زماني کان وٺي واهپي ۾ هلندو پيو اچي.
8. مشهور لسانيات جي ماهر ڪمار چٽرجيءَ جو رايو آهي تہ هن لفظ جي اوسر هيٺين ريت ٿي آهي.

   Old Indo Aryan Kathay, Katha + Early M.I.A casusative or denominative affix (satr) - ant.

   Kathapayanta> Kadhavayanata > Kahavaanta > Kahavanta > Kahawat.

9. ترنر جي راءِ موجب هن لفظ جو مول ممڪن آهي تہ 'ڪٿاوارتا' آهي، هاڻي انهيءَ جي معنيٰ ۾ اصل لفظن جي معنيٰ کان تبديل اچي ويئي آهي.

منهنجي ويچار ۾ ترنر جي راءِ ۾ وزن آهي. 'ڪٿا وارتا' جو پراڪرت ۾ روپ آهي. 'ڪهاوتا'، جيڪو آوازن جي تبديل توڙي معنيٰ جي لحاظ کان ڪهاوت لفظ جي گهڻو ويجهو آهي. ٻئي طرف ڏسجي تہ جيڪي عالم هن لفظ جي رچنا ۾ عربي 'آوت' پيڇاڙي ڄاڻائن ٿا، اها بہ ناممڪن نہ آهي. لڪاوٽ، سجاوٽ، وغيره لفظن جي طرز تي 'ڪهاوٽ' ۽ پوءِ 'ڪهاوت' لفظ جو وڪاس آسانيءَ سان ٿي سگهي ٿو. مطلب تہ هن لفظ جي رچنا بابت اڃا تائين سڀ عالم شاملراءِ ٿي نہ سگهيا آهن. جدا جدا راين بابت ڪنهيالال سهل تفصيل سان بحث ڪيو آهي، جنهن جو تت هتي پيش ڪيو ويو آهي. (1)

## چوڻي

رچنا جي لحاظ کان 'ڪهاوت' سان ملندڙ ٻيو روپ آهي - 'چوڻي'. اهو مصدر 'چَوَڻَ' ۾ 'اِي' جوڙي اسم ذات لفظن جي طرز تي ٺهيل آهي. ويتپتيءَ جي لحاظ کان ان جو سنسڪرت ۾ مول ڌاتو آهي، چيو (چيوتي) جنهن جو بہ مطلب آهي. 'چوڻ، ڳالهائڻ' ڪهاوت ۽ چوڻيءَ کي سنسڪرت، هنديءَ ۽ ٻين ڪن ڀارتي ٻولين ۾ لوڪ ڪتي (لوڪ + اُڪتي) بہ چئبو آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي 'لوڪ يعني عوام ۾ مروج گفتو يا سخن'.

ٻوليءَ ۾ مروج استعمال تي ويچار ڪندي مون ڏيکاريو آهي تہ باريڪيءَ سان جاچجي تہ پهاڪي ۽ چوڻيءَ ۾ فرق آهي. پهاڪو اکري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج موجب ٻيو مطلب ڏيندو آهي. جيئن تہ، "پرڻ چوي ڏونگهي کي، هل ڙي ٽٽونگا" انهيءَ پهاڪي ۾ 'پرڻ' ۽ 'ڏونگهي' جو مثال ڪٿي، گهڻن عيبن سان ڀريل ۽ گهٽ عيبن واري شخص طرف اشارو ڪيو ويو آهي. ٻئي طرف، 'ترت دان، مها پنج' هڪ چوڻي آهي، جيڪا پنهنجي اکري معنيٰ ۾ ئي ڪتب ايندي آهي. رچنا يا بناوت جي لحاظ کان پهاڪو ۽ چوڻي، ٻئي هڪ پورو جملو يا جملن جو ايڪو آهن.

## پهاڪي جون خاصيتون

هر ڪنهن کي عام طور ڄاڻ آهي تہ سندس ٻوليءَ ۾ پهاڪو چاڪي

---

(1) سهل ڪنهيا لال، راجستاني ڪهاوتين - ايڪ آڌيين. (پي. ايچ. ڊي. ٿيسز)، ڀارتي ساهتيہ مندر، دهلي 1958، ص: 4-9.

چئجي. پر جيڪڏهن ڪانئس پڇجي ته انهيءَ کي تز لفظن ۾ سمجهاءِ، ته هو اڪثر منجهيو پوي. عام ماڻهن جي ڳالهه ئي پري رهي، جدا جدا ٻولين جا عالم پڻ پهاڪي جي اهڙي تزسمجهاڻيا ڏيئي نه سگهيا آهن، جنهن جي ذريعي پهاڪي جي روپ ۽ مڙني خاصيتن جي پوري ڄاڻ پئجي سگهي. ڪن انهيءَ جي رچنا تي زور ڏنو آهي، ته ڪن وري ان جي اهميت جي واکاڻ ڪئي آهي.

ٻيا ڪي عالم اهڙا آهن، جيڪي پهاڪن ۾ سمايل معنيٰ ۽ ڳوڙهي ڄاڻ تي اکين چڪن آهن. مثال طور، هتي پهاڪي جون ڪجهه سمجهاڻيون پيش ڪجن ٿيون، جن ۾ انهيءَ جي الڳ الڳ خاصيتن تي روشني وڌي ويئي آهي.

1. "پهاڪو اهو آهي، جنهن ۾ گهڻن ويچارن کي ڪاڙهي، انهن جو سَتُ ڪڍي، ٿورن لفظن ۾ رکيو ويو آهي."

A Proverb is much matter decocted into few words.

2. "پهاڪا پنجن ڪن لفظن وارا اهي رتن آهن، جيڪي زماني جي اشارو ڪندڙ ڏسٽيءَ آڱر تي هميشه چمڪندا پيا رهن." (ٽينيسن)

Jewels five words long that, on the stretched forefinger of time, sparkle for ever. (Tennyson)

3. "ڪنهن به قوم جي اعليٰ درجي جي انوکي سمجهه، چترائيءَ ۽ آتما جي سڃاڻپ انهيءَ جي پهاڪن مان ٿئي ٿي." (فرئنسز بيڪن)

The genius, wit, and spirit of a nation are discovered in its proverbs. (Francis Bacon)

4. "پهاڪا اهي ننڍڙا جملا آهن، جيڪي گهڻي آزمودي يا تجربي مان نڪتا آهن." (ڊان ڪويزات)

Proverbs are short sentences drawn form long experience. (Don Quixote Cervantes)

5. "پهاڪو هڪ اهڙو ننڍڙو جملو آهي، جيڪو سوتر - روپ وارو ۽ سچو آهي. اهو ڊگهي عرصي کان وٺي عام ماڻهن ۾ قبوليو ويو آهي." (ڪئپريانو ڊي وليرا)

A proverb is a short Sentence sententious and true, long since accepted by common consent. (Capriano de Valera)

6. ”پهاڪو هڪ اهڙو ننڍڙو گفتو آهي، جيڪو ڳالهه ٻولهه ۾ مروج آهي ۽ عوام ۾ تسليم ٿيل آهي؛ اهو هڪ مروج - روپ جملو آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري ڪا ڳجهي پيت يا تجنيس حرفي هوندي آهي. انهيءَ ۾ اهڙي ڪنهن سچائيءَ جو اظهار هوندو آهي، جنهن جي تصديق يا پرک، تجربي يا جاچ - جوچ وسيلي ڪيل هوندي آهي ۽ سيني ۾ چاتل - سچاتل هوندي آهي.“ (اينسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا)

Proverb... A short pithy saying in common and recognized use, a concise sentence, often metaphorical or alliterative in form, which is held to express some truth ascertained by experience of observation and familiar to all... (Encyclopaedia Brittanica, 1768 p. 642)

7. ”پهاڪا، اهڙا آڳاٽا بچيل جزا آهن، جيڪي پنهنجي ننڍڙي روپ ۽ صحيح معنيٰ سببان، قديم، فلاسافيءَ جي ڪنڊهر مان سالم صورت ۾ ڪوٺي هٿ ڪيا ويا آهن.“ (ارسطو)

Remnants which, on account of their shortness and correctness have been saved out of the wreck and ruin of ancient philosophy. (Aristotle)

8. ”پهاڪو ڪنهن شخص جو چترائيءَ ڀريو گفتو آهي، جنهن ۾ گهڻن ئي ماڻهن جي سياڻپ سمايل آهي.“ (لارڊ جان رسل)

The wit of the man; the wisdom of many. (Lord John Russell)

9. ”پهاڪا سياڻپ جو سارُ (تت) آهي.“ (جوبرٽ)

Proverbs may be said to be the abridgment of wisdom. (Joubert)

10. ”پهاڪو، ننڍڙو ۽ نصحت آميز هڪ اهڙو گفتو آهي، جيڪو آدجڳاد کان وٺي مروج آهي.“ (آرچر ٽيلر)

A proverb is a terse didactic statement that is current in tradition. (Archer Tayler)

11. ”پهاڪا اهي ننڍڙا جملا آهن، جن ۾ قديم زماني جي عالمن، نيمن وانگر، زندگيءَ کي مختصر روپ ۾ سنجوئي رکيو آهي.“ (جان اگريڪولا)

Short sentences into which, as in rules, the ancients have compressed life. (John Agricola)

12. "پهاڪو سياڻن جي سخن جي سمجهاڻي آهي." (ايرئسمس)
A proverb is the interpretation of the words of the wise.
(Erasmus)

13. "پهاڪا، سياڻپ جا اهي ننڍڙا وچن آهن، جيڪي آڳاٽي زماني ۾ اخلاق يا نيتيءَ جي اڻ ڪليل نيمن وانگر ڪتب ايندا هئا." (ڊزرائلي)
These fragments of wisdom, the proverbs in the earliest ages served as the unwritten laws of morality. (Disraeli)

14. "ڪوبہ سخن يا گفتو، پهاڪي جي درجي کي حاصل ڪري، انهيءَ لاءِ لازمي آهي تہ انهيءَ جو جنم عام ماڻهن مان ٿيو هجي، يا اهو هڪ سچائيءَ روپ ۾ عوام ذريعي تسليم ڪيو ويو هجي. مطلب تہ، پهاڪي جو عوام ۾ مروج هئڻ لازمي آهي." (هيسٽنگس)
To attain the rank of a proverb, a saying must either spring from the masses or be accepted by the people as true. In a profound sense, it must be vox populi. (Hastings)

15. "پهاڪا، تحريري صورت ۾ قلمبند ٿيڻ کان گهڻو اڳي، زباني روايتن ذريعي اسان تائين پهتا آهن. اهي اهڙيءَ سياڻپ جا ساڪيات ننڍڙا روپ آهن، جنهن جو جنم شخصي تجربيءَ جاچ مان ٿيو آهي." (سمٿ ۽ هيسيلٽائين)
Proverbial utterances, transmitted by oral tradition long before they were put on paper, were concrete fragments of wisdom, the result of observation.
(Smith and Heseltine, Oxford Dictionary of English proverbs, 1952, introduction)

16. "پهاڪا روزمره جي زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل تجربي جون ڌيئرون آهن."
Proverbs are the daughters of daily experience.

17. "پهاڪا، ٻوليءَ جا اهي تيز هٿيار آهن، جيڪي وهنوار ۽ ڪمن - ڪارين جي ڳنڍين کي ڪاٽي، اندر گهڙي تا وڃن." (بيڪن)
Edge tools of speech, which cut and penetrate the knots of business and affairs.(Bacon)

18. "پهاڪو، ڪنهن قوم جو اهڙو مروج - وچن آهي، جيڪو گهڻي عرصي کان وٺي اجان تائين عام واهپي ۾ هلندو پيو اچي. اهو اهڙي صلاح يا

نصيحت ڏني ٿو، جيڪا لازمي طور عام لوڪن لاءِ آهي ۽ رنگين زباني سان سينگاريل آهي، جنهن ۾ ڪا ڳجهي ڀيٽ يا مثال سمايل آهي."

A proverb is a racial aphorism which has been or still is in common use, conveying advice or council invariably common flagged figuratively disguised in metaphor or allegory.

(Racial Proverbs, Introduction, P.X.V.)

انهن سمجهاڻين مان پهاڪن جو جيڪو روپ ظاهر ٿئي ٿو، انهيءَ ۾ مکيه طور هي خاصيتون ڏيکاريل آهن:

1. پهاڪن ۾ ٿورن لفظن ۾ گهڻا ويچار سمايل هوندا آهن.
2. استعاري، تجنيس، چتر زبانيءَ ڪري پهاڪن ۾ اظهار جي نرالائي هوندي آهي.
3. پهاڪا روزاني زندگيءَ جي آزمودن مان حاصل ڪيل سمجهه ۽ سياڻپ سان ڀريل نڪتا هوندا آهن.
4. پهاڪا زباني روايت ذريعي صدين ڪان وٺي سماج ۾ هلندا پيا اچن.
5. پهاڪا نصيحت آميز هئڻ ڪري اڪثر عام ماڻهن لاءِ اڻ لکيل قانون آهن.
6. پهاڪن ۾ گهڻو ڪري ڪنهن قوم يا جاتيءَ جو عڪس ملندو آهي.

## پهاڪن جي ساراهه ۾ چيل سخن

جدا جدا ٻولين ۾ پهاڪن جي واکاڻ بابت چيل جيڪي سخن ملن ٿا، انهن مان پڻ انهن جي روپ جي ڪي قدر ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. مثال طور، اهڙا ڪجهه سخن ڏسو:

1- پهاڪا عوام جو آواز هئڻ ڪري، الله جو فرمان آهن. (اردو)
2- جنهن پهاڪي جو مطلب سمجهيو، انهيءَ ويد جو ڳجهه سڃاتو. (ڪنڙ)
3- هن سنسار ۾ ٽي رتن آهن – جل (پاڻي)، انّ ۽ چوٽيون (سندر وچن يعني پهاڪا). خبر نه آهي ته ته پوءِ هي مورک، ماڻهو پٿر جي ٽڪرن کي 'رتن' جو نالو ڏين؟ (سنسڪرت)
4- سنسار جي سندر ويچارن جو سار پهاڪن ۾ محفوظ آهي.

All the good sense of the world runs into proverbs.

5- پهاڪو عام ماڻهن جي سياڻپ سان ڀريل وچن آهن.

Proverbs are the wisdom of the streets.

6- موت ۽ پهاڪي کي اختصار سان پريم آهي. (جرمن ٻولي)

7- پهاڪا لوڻ جون تيلهيون يا ڪاڻ آهن. (سسيرو)
(مطلب تہ گفتگوءَ يا تقرير ۾ پهاڪن جو جوڳو استعمال ڪرڻ سان اها اثرائتي ۽ ڪاڏي وانگر لذيذ بڻجي پوي ٿي.)
8- جهڙيءَ طرح ڪاڏي ۾ لوڻ آهي، تهڙيءَ طَرح ٻوليءَ ۾ پهاڪا آهن. (عربي)
9- يادگيريءَ ۾ سلامت رکيل سهڻي ڪهاوت، پَٽَئين ۾ رکيل سون جي سڪي مثل آهي.
10- ڪهاوت پکيءَ جي ڇهنب ڪان ننڍڙي ٿيندي آهي.
11- ڪهاوت تمام سستي اگهہ ۾ اوهان کي گهڻي نصيحت ڏيندي.
12- پهاڪا عوام ۾ مروج سِڪا آهن.
13- پهاڪا گيان جو اکٽ ڀنڊار آهن. (آمزيڪا)
14- پهاڪي سان وقت تي چور جي ويچارن ۾ بہ ڦيرو اچيو وڃي. (فرينچ)
15- پهاڪن جو جنم ڄاڻ مان، تہ ڄاڻ جو جنم پهاڪن مان ٿئي ٿو. (روسي)
16- پهاڪا ڇا آهن؟ اِهي عوام جو آواز آهن. (چيني)
17- پهاڪا آزمودن جو پڙاڏو آهن. (سويڊن)
18- جيڪڏهن پهاڪي کي ڪو ڪوڙو ثابت ڪري، تہ پوءِ ڇنبو تہ کير جو سواد بہ ڪتو ٿيندو آهي. (مليالم)

انهيءَ طَرح ڏسبو، تہ جدا جدا ملڪن ۽ ٻولين ۾ پهاڪن جي اهميت کي سڃاتو ويو آهي ۽ انهن جي واکاڻ ڪئي ويئي آهي.

## الڳ الڳ ٻولين ۾ 'پهاڪي' لاءِ لفظ

جهڙيءَ طرح سنڌيءَ ۾ 'پهاڪي' ۽ 'چوڻي' لفظن مان انهن جي ڪن وصفن جي ڄاڻ پوي ٿي، تهڙي طرح جدا جدا ٻولين ۾ 'پهاڪي' يا 'چوڻيءَ' لاءِ جيڪي لفظ ملن ٿا، انهن مان پڻ انهن ننڍڙن سخنن جي ڪنهن نہ ڪنهن وصف جي سڌ پوي ٿي. هتي ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا:

1. سنسڪرت ۾ پهاڪي لاءِ لفظ آهن - آڀاڻڪ، پرواد، لوڪو ڪتي، لوڪ - پرواد، لوڪڪي گاٿا، پرايوواد، انهن سڀني جو مطلب آهي، "اهو وچن جيڪو عام جنتا ۾ مروج آهي."
2. پاليءَ ۾ پهاڪي کي چون 'ياسِتو' يعني 'اهو وچن جيڪو عام ماڻهن جي رواج ۾ مشهور آهي.'

3. پراڪرت ۾ پھاڪي لاءِ لفظ آهن – آهاڻ، آهاڻيو، آهيڻ، آڪڪاڻين، آهاڻءُ. اهي سڀ عام جنتا ۾ وهنوار ۾ آيل سخن جي معنيٰ ۾ ڄاڻائين. آڪڪاڻيو جو مول سنسڪرت روپ آهي. 'آکيانڪ'، جنهن ۾ اهڙي سخن جي بنياد ۾ ڪنهن آکاڻيءَ جي هئڻ جو به مطلب ظاهر ٿئي ٿو.
4. مراٺي، مهٽي ۽ لوڪ – سمپردايہ لفظ، عام ۾ مشهور ٿيل چوڻي يا وچن جو مطلب ڏيکارين.
5. بنگلا ٻوليءَ ۾ سنسڪرت جا 'پرواد' يا 'لوڪوڪتي' لفظ پهاڪي جي معنيٰ ۾ ڪتب ايندا آهن.
6. گجراتيءَ ۾ پهاڪي کي چون 'ڪهيوت'، 'ڪهيڻي'، 'ڪهيتي'، 'ڪٿن'، جيڪي ڪهاوت ۽ چوڻيءَ جي معنيٰ ڏيکارين ٿا. ساڳيءَ طرح گجراتيءَ ۾ ڪتب ايندڙ ٻيو لفظ 'آکاڻون' (سنسڪرت آپاڪيان) پهاڪي ۾ ڪنهن ننڍڙي آکاڻيءَ جي هئڻ طرف به اشارو ڪري ٿو.
7. هنديءَ ۾ عام لفظ جيڪي پهاڪي لاءِ ملن ٿا، اهي آهن، ڪهاوت، آپکان يا پکانا، جيڪي آپاکيان جا بگڙيل روپ آهن.
8. اردوءَ ۾ ڪهاوت کي چون 'ضرب المثل'. هي لفظ پهاڪي ۾ تمثيل يا بيت جي هئڻ طرف اشارو ڪري ٿو.
9. پنجابي ۽ لهندي ٻوليءَ ۾ ڪهاوت يا آکاڻ (سنسڪرت آکيان) لفظ پهاڪي لاءِ ڪتب اچي ٿو.
10. تمل 'پزمولي' (Pazamoli) ۾ آڳاٽي زماني کان وٺي هلندڙ چوڻيءَ جو مطلب سمايل آهي. مليالم پزمچول (Pazamchol) به ساڳي معنيٰ ڏيکاري ٿو. تيلگو 'ساميت' يا 'سامت' لفظ پهاڪي ۾ 'بيت'، 'سمان وچن، اُپما،' وغيره جي هئڻ تي زور ڏئي ٿو. ڪنڙ 'گدي' لفظ جو مطلب آهي – چوڻي.
11. پارت – پاڪ اُپکنڊ کان ٻاهر ٻين ملڪن جي ڪن ٻولين ۾ پڻ پهاڪي يا چوڻيءَ لاءِ هن ريت لفظ ملن ٿا:

يوناني ٻوليءَ جو لفظ 'paroemia' جو مطلب آهي، 'عوام ۾ مروج سخن.' اِتالوي ۽ لئٽن ۾ لفظ آهي 'Proverbio'. ٽسڪن ٻوليءَ جو لفظ 'Dettato' جو مطلب آهي: 'اهو وچن جيڪو صدين کان بار بار دهرايو پيو وڃي،' سپئنش 'Refran' جو پڻ ساڳيو مطلب آهي. ترڪي ٻوليءَ جو 'Atalar Sozu' ۾ 'آبن ڏاڏن جا وچن' هئڻ جي معنيٰ سمايل آهي. چيني ٻوليءَ ۾ پهاڪن کي

چون 'Yen, Yen Yu' جنهن جو مطلب آهي 'مقبول، ثابت ٿيل گفتو'. عربي لفظ 'مثل' پهاڪي ۾ تمثيل يا پيٽ جي هئڻ طرف اشارو ڪري ٿو.

فارسي 'اَمثال' مثل جو عدد جمع آهي، جيڪو پهاڪي لاءِ ڪتب اچي ٿو. سيامي ٻوليءَ ۾ چون - 'Suphasit' جيڪو سنسڪرت 'سَياشت' ۽ پالي 'سَياسِتو' جو بگڙيل اچار آهي.

انهن مثالن مان ظاهر آهي ته جدا جدا ٻولين ۾ پهاڪي لاءِ ڪتب ايندڙ لفظ انهيءَ جي ڪانءِ ڪا وصف ڇاڻائين ٿا.

## پهاڪي جي وصف (Definition)

اسان پهاڪن جي خاصيتن بابت جدا جدا عالمن جي ويچارن جو جائزو ورتو ۽ اهو به ڏٺو ته انهن ۾ ڪنهن به هڪ سمجهاڻيءَ ۾ پهاڪي جو سڀ وصفون پيش نه ڪيون ويون آهن. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته نيٺ اها ڪهڙي خاصيت آهي، جيڪا ڪنهن سخن يا ٻول کي پهاڪي جو درجو عطا ٿي ڪري. ٻين لفظن ۾ ائين به چئجي، ته آخر پهاڪي جي آتما يا جان ڇاکي سڏجي؟

هيسٽنگس نالي هڪ عالم، جدا جدا پهاڪن جو اڀياس ڪري، انهن ۾ چئن وصفن جو هئڻ لازمي ڄاڻايو آهي، هو لکي ٿو ته:

"Four qualities are necessary to constitue a proverb, brevity (or, as some prefer to put it, conciseness), sense, piquancy or salt (Trench) and popularity."

(Encyclopaedia of Religion and Ethics, Hastings, Vol. x. 412)

مطلب ته ڪوبه سخن پهاڪي جو درجو حاصل ڪري، انهيءَ لاءِ ان ۾ چئن خاصيتن جو هئڻ ضروري آهي. اُهي آهن:

- ٿورو- اکرائي يا ننڍڙو روپ.
- ويچارن جي گهرائي.
- سلوڻائي، ظرافت يا اظهار جي نزاڪت.
- لوڪ يعني عوام ۾ انهيءَ جو پرچار.

### الف: ٿور - اکرائي يا ننڍو روپ (Brevity, Conciseness)

انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته دنيا جي جدا جدا ٻولين ۾ جيڪي پهاڪا ملن ٿا، انهن جو گهڻو ڪري ننڍو روپ هوندو آهي. اهي ڪنهن لساني

سماج ۾ مروج استعمال (Formular Expressions) آهن. جيڪڏهن پهاڪو وڏو هوندو، ته اهو ڪنهن مقرر روپ ۾ ماڻهن کي ياد نه پوندو. ان ڪري انهيءَ جي ڦهلاءَ ۽ پرچار ۾ به رڪاوٽ پوندي.

انهيءَ ڪري ٿورِ - اکرائي يا اختصارُ پهاڪي جي هڪ مکيه وصف آهي. سنڌيءَ ۾ ننڍڙي ۾ ننڍڙا جيڪي پهاڪا ملن ٿا، انهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ به لفظ ضرور هوندا آهن. عام طور، ٻوليءَ ۾ هڪ لفظ وارا جملا به ملندا آهن، جيئن ته،

اَچ، وڃ، ڪاءِ، واه! شاباس! هيڏانهن!

پهاڪو به پوري معنيٰ ظاهر ڪندڙ هڪ جملو آهي. پر ڪنهن به ٻوليءَ ۾ هڪ لفظ وارو پهاڪو نظر نه آيو آهي. انهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته پهاڪي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻن لفظن جو هئڻ لازمي آهي. سنڌيءَ ۾ ان قسم جون ڇوٽيون ۽ پهاڪا ڪافي ملن ٿا. مثال طور،

قرض مرض، پنهنجي سنهنجي، بسياري خواري، لاڙ ساڙ.

ٽن لفظن وارن پهاڪن ۽ ڇوٽين جا مثال آهن:

ڪيتي، سرسيتي، ٻه ته ٻارهن، پئنچن ۾ پرميشور، ڦڙيءَ ڦڙيءَ تلاءُ.

ٻئي طرف اسين ڏسون ٿا ته هرهڪ ٻوليءَ ۾ وڏي روپ وارا پهاڪا به گهٽيئي ملن ٿا. مثال طور، سنڌيءَ ۾ هيٺيان پهاڪا ڏسو:

1. پلاهه جهڙي پدمڻي، جي هڪي حاضر هوءِ،
ته بوسي وجهه پيٽ ۾، مر پيٽ ڦاٽي پوءِ.

2. ڇٽيءَ سَٽ پسايو، واٽئي وڏيس وٽي،
ڇٽيءَ ليکي واٽيو مٺو، واٽئي ليکي ڇٽي.
مَٺي سائي ڇٽي، مَٺي سائي ڇٽي.

ان حالت ۾ سوال ٿو پيدا ٿئي ته 'ٿورِ - اکرائي' جو مطلب ڇا ڪُنجي؟ منهنجي ويچار ۾ انهيءَ وصف جو مطلب اهو آهي ته پهاڪن ۾ گهربل معنيٰ جو اثرائتو اظهار ڪرڻ لاءِ جيترن لفظن جي ضرورت آهي، انهيءَ کان وڌيڪ لفظ اُن ۾ هئڻ کپن. انهيءَ کان وڌيڪ لفظ اُن ۾ نه هئڻ کپن. انهيءَ کي ئي 'اختصار يا ننڍو روپ" چئجي ٿو. هتي انهيءَ ڳالهه جو به ڌيان رکڻ گهرجي

تہ وڏا پهاڪا گهڻو ڪري بيتن يا دوهن جي صورت ۾ هوندا آهن. انهن ۾ تڪبندي، تجنيس حرفي (آنوپراس)، اظهار جو انوکو ڍنگ، وغيره خاصيتون بہ هونديون آهن. ان ڪري ئي وڏا پهاڪا پڻ روزاني زندگيءَ ۾ عام ماڻهن جي يادگيريءَ ۾ گهر ڪري تا ويهن. ان ريت، انهن کي بہ ننڍڙن، پهاڪن جيان ايڪائي وصف وارو مروج روپ حاصل ٿي وڃي ٿو. اهي آسانيءَ سان زباني روايت ذريعي ئي سماج ۾ مشهور ٿي تا وڃن.

**ب: ويچارن جي گهرائي** (Sence)

پهاڪي جي ٻي وصف اها آهي تہ انهيءَ ۾ ڪو اونهو ويچار يا سندر نڪتو سمايل هوندو آهي، جنهن جو آڌار وهنواري زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل آزمودو هوندو آهي. پهاڪا اهڙا ننڍڙا سڃاڻپ پريا وچن يا سخن آهن، جيڪي ڪنهن لساني سماج ۾ صدين کان وٺي هرهڪ پيڙهيءَ کي زباني طور ورثي ۾ ملندا پيا اچن، انهيءَ ۾ اسان جي ابن ڏاڏن جو آزمودو محفوظ آهي، جيڪو وقت تي اسان جي رهنمائي بہ ڪري ٿو ۽ صحيح واٽ تي هلڻ جي نصيحت بہ ڏئي ٿو. مثال طور،

’ڪهہ پيو ڏيرپو، جنهن وڃايو پيٽپو.‘

انهيءَ مان اشارو ٿو ملي تہ ڪوشش ڪري هڪ ئي گهر ۾ ڏيئرون پرڻائي نہ ڏجن. زندگيءَ ۾ ڪيترائي مثال نظر اچن ٿا، جتي ڏٺو ويو آهي تہ بہ ڀينر جڏهن هڪ ئي ڪٽنب ۾ پرڻجي تيون وڃن، تڏهن ڏيراڻين بڻجڻ بعد سندن وچ ۾ ڪنواري هوندي وارو سڪ - پريم، ميٺ - محبت قائم نٿا رهن. ان تي ڪنهن سياڻي چيو تہ اهو ڏيرپو ئي ڪڏ پوي، جنهن سان ڀينرن جي پيار کي ڇيهو ٿو رسي.

زندگيءَ ۾ ناڻي جي اهميت ڏسي، ڪنهن بزرگ جي واتان نڪري ويو،

”اُٺ بہ ناڻو، ويهہ بہ ناڻو، ناڻي بنان نر ويڳاڻو.“

روزاني جيوت ۾ پيسي کي وڏي طاقت آهي. جنهن وٽان بدبختيءَ سبب لڇمي (دولت) هلي ٿي وڃي، تہ پوءِ سندس سنگتي - ساٿي، مٽ - مائٽ بہ ڪانئس ڪنارو ڪري ٿا وڃن. پوءِ اوکيءَ ويل ڪوبہ ساٿ نٿو ڏئيس.

”ٻہ يائر، ٽيون ليکو.“

واپاري جڳت ۾ صحيح وهنوار ڪرڻ لاءِ هدايت ٿو ڏئي. جيڪڏهن ڏيتي واپاري ۾ ٻہ يائر گڏ آهن، يا پاڻ ۾ يائيوار آهن، تہ ڪين حساب

ڪتاب ڪي پنهنجو ٿيون ڀاڱو ڪري ليکڻ گهرجي، مطلب ته ڏي - وٺ ۾ جيڪڏهن ماڻهوءَ صاف وهنوار نه رکيو، ته پوءِ شڪ شبهي، غلط فهميءَ پيدا ٿيڻ جو گهڻو امڪان آهي.

انهن مثالن مان ظاهر آهي ته پهاڪا سياڻن جا اهڙا سخن آهن، جن ۾ وهنواري زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل سندن سياڻپ سمائي پئي آهي. اهي ڏاهن، مهاتمائن (درويشن) جا قول يا نصيحت ڀريا نڪتا نه آهن، پر جيون جي حقيقتن جا انوکا عڪس آهن، جيڪي ٻين جي رهنمائيءَ ڪرڻ جي قوت به رکن ٿا.

اسين جڏهن ڪنهن به ٻوليءَ جي پهاڪن جو جائزو وٺون ٿا، تڏهن اهو هڪدم ظاهر ٿيو پوي ته سڀني پهاڪن ۾ ان طرح جا ويچار سمايل نه آهن. جيئن ته،

- ڀڄ چريا، چي مست آيئه (ڀڄ چريا مست ٿا اچني).
- شيرو ٻلو شاهه جو، نه پيءُ جو نه ماءُ جو.
- ڏياريءَ جو ڏيئو ڏٺو، ننڍو وڏو چيـر منو.
- ٿونٺ لڳي، ساهيڙي پڳي.
- کوڙيءَ کي گهمرو آهي.

انهن ۾ خاص ڪو اونهو ويچار سمايل نه آهي. انهيءَ هوندي پڻ اهي سماج ۾ مروج آهن. ان مان ثابت آهي ته ويچارن جي گهرائيءَ واري وصف پهاڪن سان لاڳو نٿي ٿئي.

**ب: سلوڻائي، ظرافت يا اظهار جو انوکو انداز** (Piquancy, Salt or Trench)

اسان کي هر هڪ ٻوليءَ ۾ ڪيترائي پهاڪا ملن ٿا، جيڪي سلوڻائيءَ، چترائيءَ ڀريئي انوکي اظهار ۽ اثردار عبارت سبب ٻڌندڙ جي دل ۽ دماغ تي هڪدم اثرڪن ٿا. اهڙا پهاڪا عوام ۾ جلد ئي مشهور ٿي ويندا آهن. مثال طور،

- مينهن پنهنجي ڪارنهن ڏسي ڪانه، ڳئونءَ کي چوي ته هل ڙي ڀڄ ڪاري!
- پرڻ چوي ڏونگهي کي، هل ڙي ٽٽونگا!
- ٻري تيل، ڪامي وٺ، واهه ڙي ڏيئا واهه!

اهي اهڙا پهاڪا آهن، جو پنهنجيءَ سلوڻيءَ عبارت ڪري گهڻو اثر پيدا ڪن ٿا، پر اها وصف پڻ هرهڪ پهاڪي يا چوڻي لاءِ لازمي نه آهي. جيئن ته:

- شاهوڪاري پار چريو يا چتو.
- پنهنجي سنهنجي،
- اُتران اُتريو، اَڌ سيارو ڪتريو.
- هٿ مارائيندڙ آهي.
- نيڪي برباد، گناهه لازم.

اِهي چوٽيون فقط سڌو سنواتو بيان ڪن ٿيون، اِنهن ۾ اظهار جي ڪابہ انوکائي نظر نٿي اچي.

(ب) لوڪ- پسندي (Popularity)

ڪوبہ پول يا سخن جيستائين لوڪ ۾ پسند نہ پيوآهي، يعني عوام انهيءَ کي اپنايو نہ آهي، تيستائين اُهو پهاڪي جو درجو حاصل ڪري نہ سگهندو.

ڪنهن سياڻي زندگيءَ ۾ ڪجهہ تجربو حاصل ڪيو ۽ ننڍڙي گفتي جي صورت ۾ ان جو اظهار ڪيو. ٻين اُهو ٻڌو تہ هڪدم انهيءَ جي سچائي سندن دل ۽ دماغ تي ڇانئجي ويئي. پوءِ وهنواري زندگيءَ ۾ پاڻ بہ انهيءَ گفتي کي هوبهو ساڳئي روپ ۽ معنيٰ ۾ دهرائڻ لڳا. اهڙيءَ طرح هڪ شخص جو چيل نُڪتو، ٻين جي اپنائڻ تي عوام جو نڪتو بڻجي ويو ۽ انهيءَ کي پهاڪي جو پد حاصل ٿي ويو. اِنهيءَ مان ثابت آهي تہ عوام ۾ مروَج ٿيڻ يا لوڪ ميٽا هرهڪ پهاڪي لاءِ لازمي وصف آهي. اِنهيءَ سبب ڪري ئي مذهبي چاڻ وارا وچن، سنتن مهاتمائن جا نصيحت ڀريا نڪتا پهاڪا نٿا ليکيا وڃن، ڇاڪاڻ تہ اهي عام ماڻهن ۾ مشهور نہ ٿيا آهن. عوامُ انهن کي اپنائي دُهرايو نہ آهي.

سترهين عيسويءَ صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ جيمس هاول نالي هڪ وڏو ليکڪ ٿي گذريو آهي، هن انگريزي پهاڪن جو هڪ مجموعو تيار ڪري ڇپايو آهي. اُن ۾ هن پنج سؤ کن ننڍڙا نصيحت آميز نڪتا ۽ نيتيءَ جا وچن خود تيار ڪري، اُن مجموعا ۾ شامل ڪري ڇڏيا. جيئن تہ، سندس ناهيل ڪن سُخن جو مطلب هن ريت آهي:

1- گهمنڊ هڪ اهڙو گل آهي، جيڪو دئيتن جي باغيچي ۾ ڦِٽي ٿو.
2- شرڌا هڪ وڏ گهراڻي عورت آهي، سنا ڪم سندس نوڪر آهن.

هاول جا اهڙي قسم جا سخن فقط سندس ڪتاب جي ورقن ۾ ئي

محفوظ آهن. اُهي پهاڪا بڻجي نہ سگهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن کي عوام ۾ مشهوري حاصل ٿي نہ سگهي، لوڪن انهن کي پنهنجو نہ بڻايو. اِنهيءَ مان ثابت آهي تہ لوڪ پسنديءَ ٿي هرهڪ پهاڪي جي لاءِ لازمي وصف آهي. ڪنهن پهاڪي ۾ ٻيون ٿي خاصيتون ڀلي نہ ملن، پر هن خاصيت جو ان ۾ هئڻ نهايت ضروري آهي. پر انهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ ڪنهن بہ سٺي پهاڪي ۾ ٻين ٽن ڳڻن جو هئڻ پڻ لازمي آهي.

ڪوبہ سخن ۾ مچتا ماٿي، انهيءَ لاءِ منجهس عوام کي ڇُهڻ جي خاصيت هئڻ گهرجي.

– مُروان موت ملوڪان شڪار.
– ڪاٺيءَ جي وهاڻءَ ۾ نڪت گهڻا.
– سخيءَ کان شوم ڀلو، جو تر ڏئي جواب.
– جاءِ ڇوي جوڙائي ڏس، شادي ڇوي ڪري ڏس؛
– ايندو سيڪو ڏسي، ويندو ڪونہ ڏسي.
– شاهوڪار جو ٽٽُ بہ ڪستوري.

اهڙا گهڻيئي پهاڪا سنڌيءَ ۾ آهن، جيڪي وهنوار زندگيءَ جي آزمودن تي ٻڌل آهن، پوءِ ڀلي منجهن ڳوڙهو گيان يا اونهو ويچار سمايل نہ هجي. بس، عام ماڻهن کي اِهي وٽي ويا ۽ اِنهيءَ ڪري اهي واتين وٽين ڏهرائجڻ پيا. پهاڪن جا اصل رچيندڙ نامعلوم بڻجي ويا. ڪنهن هڪ شخص جي رچنا سموري سماج جي گڏيل پونجي بڻجي ويئي. اِهائي آهي پهاڪي جي مکيہ خاصيت، جيڪا اِنهيءَ کي ٻئي رواجي جملي کان الڳ ڪري ٿي بيهاري.

شاعرن جي ڪلام جون ڪجهہ تڪون بہ جيڪڏهن عوام جي من کي ڇُهڻ جي طاقت رکن ٿيون، تہ اهي پڻ وقت گذرندي پهاڪا بڻجي ٿيون وڃن. مثال طور، شاهہ لطيف جي ڪلام جون هي تڪون ڏسون:

– ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين؟
– ڇا جي ڏنگا ڏير، منهنجو ڏينهن ڏنگو مَ ٿئي.
– لکيو منجهہ للاٽ، قلم ڪياڙيءَ نہ وهي.

اِهي سٽون وقت گذرندي پهاڪن ۽ چوڻين جو درجو حاصل ڪري چڪيون آهن. ٻئي طرف لاکيڻي لطيف جا ڳوڙهن صوفي ويچارن سان ڀَر بيت پهاڪا بڻجي نہ سگهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي عام ماڻهن جي سمجهہ کان

ٻاهر آهن. جيئن تہ:

ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين ڪنس ڳڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون.

يا

پيهي جان پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ،
نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

پهاڪن جي روپ بابت هيستائين ڪيل ويچارن مان ظاهر آهي تہ ٿور- اکرائي، ويچارن جي گهرائي ۽ سلوڻائي عام طور گهڻين ڪهاوتن ۾ نظر ايندڙ گڻ آهن، پر لوڪ- پسنديءَ جي وصف هرهڪ پهاڪي ۾ هئڻ لازمي آهي. ڪنهن سٺي پهاڪي ۾ اِنهن چئني گڻن جو هئڻ ضروري آهي. اِنهيءَ حقيقت کي خود هاول بہ قبول ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

"The people's voice, the voice of God we call,
And what are proverbs, but the people's voice,
coined first and current made by common choice.
Then sure they must have weight and truth withal."

مطلب تہ: پهاڪا عوام جو آواز آهن، انهيءَ ڪري اسين انهن کي خدا جو آواز سڏيون ٿا. لاشڪ اُهي عام ماڻهن جي آواز کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهن. ڪو پهاڪو چاهي اول ڪنهن هڪ شخص ٺاهيو هجي، جيڪو ٻين جي قبول ڪرڻ تي سماج ۾ مشهور ٿي ويو آهي. انهيءَ ڪري هر هڪ پهاڪي ۾ وزن ۽ سچائيءَ جو هئڻ لازمي آهي.

## نتيجو

پهاڪي جي لازمي وصف کي ڌيان ۾ رکي هاڻي اُنهيءَ جي سمجهاڻي هن طرح ڏيئي سگهجي ٿي:

اُهو مروج استعمال، جيڪو ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن مان ٺهيل جملو يا جملن جو اهڙو ايڪو آهي، جنهن ۾ وهنواري زندگيءَ جي آزمودن مان حاصل ڪيل ڄاڻ پريو پيو آهي، ۽ جيڪو گهڻو ڪري اکري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج موجب ٻيءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي، تنهن کي پهاڪو چئبو آهي. اکري معنيٰ ۾ ڪتب ايندڙ پهاڪي کي سنڌيءَ ۾ 'چوڻي' بہ سڏيو ويو آهي.

## پهاڪن جي سچائي ۽ ڪن پهاڪن ۾ نظر ايندڙ تضاد

ڪڏهن ڪڏهن ڪن پهاڪن جي ويچارن ۾ تضاد نظر ايندو آهي، يعني اُنهن ۾ هڪ ٻئي جي خلاف بيان محسوس ٿيندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ سوال ٿو پيدا ٿئي، تہ پهاڪن جي ويچارن ۾ ڪيتري قدر وزن آهي؟ ڇا اُنهن جي بيان جي سچائي هر حالت ۾ لاڳو ٿي سگهي ٿي؟ سنڌيءَ ۾ اهڙن پهاڪن جا ڪجهہ مثال ڏسو:

1- ڪَن سان ڪَن ڪونہ ڏوپندو

(جيڪڏهن ڪو برائي ڪري ٿو يا خراب هلت ڪري ٿو، تہ ساڻس ساڳي هلت ڪرڻ سان هو سڌري نہ سگهندو.)

ٻئي طرف ان جي اُبتڙ ويچارن وارا پهاڪا بہ ملن ٿا، جيئن تہ:

- ’جهڙي سان تجي تهڙو‘ يا ’لچ ڪي لچ ٿي ملجي‘

(يعني جيڪڏهن ڪو ڏنگو ٿو هلي، تہ اوهين بہ ساڻس ان ريت هلت ڪري ڪيس سبق سيکاريو.)

ڀيٽيو: انگريزي- 'Tit for tat' سنسڪرت- ’شٺم پرتي شاٺيم ڪُريات‘

2- پُڇنا نہ مُنجهنا

(ٻين کان صلاح وٺي ڪم ڪبو، تہ مونجهارو نہ ٿيندو.)

- جيترو پڇندين، اوترو منجهندين

(تون پنهنجي سمجهہ سان ڪم ڪر. جيترو ٻين کان پڇندين، اوترو پيو منجهندين. ڇاڪاڻ تہ هرڪو پيو الڳ الڳ صلاح ڏيندءِ.)

- ٻُڌجيُ سڀ ڪنهن جي ڪجي پنهنجي

(سڀ ڪنهن کان راءِ وٺڻ گهرجي. پر پوءِ پنهنجي من سان سوچجي تہ ڪهڙي وات صحيح آهي. ان موجب هلت ڪجي. ڀيٽيو هندي: سُنو سبڪي، ڪرو من ڪي.)

3- جيڪي چُلهہ تي، سي دِل تي

(جيڪي گڏ رهن ٿا، آهي هميشه ياد رهن ٿا. منجهن سڪ پريم وڌيڪ قائم ٿو رهي.)

- دور باش، خوش باش

(گڏ رهڻ سان کِٽ پِٽ، جهيڙي ٿيڻ جو انديشو آهي. اِن ڪري هڪ ٻئي کانِ دور رهجي، تہ انهيءَ ۾ خوشي ۽ سڪ شانتي قائم رهي ٿي.)

4- ٻہ ياٽر ٿيون ليکو

(واپار ۾ حساب ڪتاب صاف رکڻ گهرجي)؛

- شريڪت ۾ مريڪت ڇا جي

(ڀائيواري يا ڏنڌي واپار جي وهنوار ۾ مروت، يا للي چپي ڇا لاءِ ڪجي؟ مطلب ته اِن ۾ ڪنهن جو به لحاظ نه رکجي.)

.(Money has no blood relation)

اِنهيءَ جي اُبتڙ اِها به چوڻي آهي ته

'ڀائرن سان ڪهڙا ليکا' ؟

(پنهنجپائيءَ ۽ ڀائپيءَ ۾ ڏي وٺ جو حساب رکڻ جي ضرورت نه آهي.)

5- ڀاءُ جهڙو ڪو پيارو ناهي ۽ ڀاءُ جهڙو ڪو ويري ناهي.

ٻي چوڻي اِها آهي ته:

- 'ڀاءُ آهي ڀاءُ، پر جي ٿئي دشمن، ته ڪليي ساهُ'

(راڄن تان، ملڪيت تان ڀائرن جا جهڳڙا اڪثر ڏٺا ويا آهن. پوءِ اُهي هڪٻئي جا جاني دشمن بڻجيو پون. سنڌ جي لوڪ ڪٿائن ۾ دودي چنيسر جو قصو مشهور آهي)

6- گهڻين زالين گهَرُ نه هلي، گهڻين مَردين هَرُ نه هلي

(مطلب ته ڪنهن ڪم ۾ جي گهڻن جو هٿ پيو، ته اُهو ڪم بگڙي پوندو يا بلڪل نه ٿيندو.)؛

يا ٻي چوڻي آهي:

- 'شراڪت جي ديگ ڏٽي تپائي'

(جڏهن روٽي ٺاهڻ جي جوابداري گهڻن ڄڻن تي ڇڏيل آهي، ته پوءِ اُها تيار ٿي نه سگهندي). اِنهن جي اُبتڙ هي چوڻيون به ملن ٿيون-

- ٻه ته ٻارهن

(ٻه ماڻهو جيڪڏهن پاڻ ۾ ملي ڪم ڪن، ته اهي ٻارهن ڄڻن جي برابر آهن.)؛

- گهڻن ڪنئي ڇپر ڪجي.

(گهڻا ماڻهو پاڻ ۾ ايڪو رکي جيڪڏهن جبل به ڪٽندا، ته اُهو به ڪجي ويندو. مطلب ته، ڪهڙو به اُوکو ڪم ڇو نه هجي، اُهو آسان بڻجي پوندو).

7- پنهنجا وري ٻڙ پنهنجا يا رت ونگو به وري:

(يعني پنهنجو رت ڏنگو ڇو نه هجي يعني مائٽ پاڻ ۾ رٺل يا وڙهيل ڇو نه هجن، پر وقت تي اهي هڪٻئي جي مدد ڪرڻ لاءِ هليا ايندا.

ڀيٽيو: "The blood is thicker than water"

اِنهيءَ جي اُبتڙ چوڻي آهي:

’سوڙهيءَ سيرانديءَ وهنوار نہ ڪجي‘

(ويجهي مائٽيءَ يا دوستيءَ ۾ ڏي- وٺ يا وهنوار نہ رکجي، ڇاڪاڻ تہ اِن مان پاڻ ۾ ڦڪت پيدا ٿي پوڻ جو انديشو آهي.

ڏسو: "Curse on accounts with relations"

8- ’مهمان اچن وڏ ڀاڳين گهر‘

يا

’مهمان آهن ڀڳوان جو روپ‘

ٻئي طرف اِها بہ چوڻي آهي تہ:

’اُويلو مهمان، پٺائي پاڻ‘ .

اِنهن مثالن مان ظاهر آهي تہ پهاڪن ۾ ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻئي جي خلاف ويچار نظر اچن ٿا. اِنهيءَ حالت ۾ سوال ٿو پيدا ٿئي، تہ پهاڪن ۾ ڪيتري قدر سچائي آهي؟ حقيقت ۾ ڏٺو وڃي تہ پهاڪا زندگيءَ جي شخصي آزمودن تي ٻڌل آهن. زندگيءَ جي راهہ تہ تضادن ۽ مختلف تجربن سان ڀري پيئي آهي. ڪڏهن اِنسان ڏسي ٿو تہ جيون ۾ نيٺ سچائيءَ جي سوڀ ٿئي ٿي. اِن تي هو چوي ٿو تہ،

’سچ تہ بينو نچ‘

پر ٻئي دفعي وري ڪي اهڙا مثال اکئين ڏسي ٿو، جتي سچ جي راهہ تي هلندڙ شخص قدم قدم تي ڪشالا ٿا سهن ۽ مصيبتن ۾ ٿا ڦاسن، ٻئي طرف ٺڳ، دوکيباز ۽ حريف ماڻهو موجون پيا ماڻين، تہ هو محسوس ٿو ڪري تہ دنيا ۾

’اَکر نہ ڪتي، مَڪر ڪتي‘ .

يا

’پئسا ڪمائو مڪر سي، روٽي کائو شڪر سي.‘

اِنهيءَ مان ثابت آهي تہ پهاڪن جي سچائي ڪا عالمگير سچائي نہ آهي جيڪا هر وقت، هر مُلڪ ۾ ۽ هر حالت ۾ لاڳو ٿي سگهي. هڪ ئي حقيقت جو عڪس جدا جدا ڪنڊن تان الڳ الڳ نظر اچي ٿو. ساڳيءَ طرح پهاڪن ۾ بيان ڪيل سچائي بہ پوريءَ حقيقت جو ڪو هڪ خاص پهلو پيش ڪري ٿي. اِنهيءَ ڪري پهاڪن جو سچ اِخلاقي نڪتي نگاهہ کان صحيح آهي. اُهو منطق تي ٻڌل مڪمل سچ نہ آهي. جيون جي حقيقتن مان ماپا ۽ ماڻ اسين ڪُٽنب جي نيمن مطابق مقرر نٿا ڪري سگهون. آهي تہ جدا جدا حالتن ۾ الڳ الڳ زمان ۽ مڪان جي لحاظ کان بدلجندا ٿا رهن. اِنڪري پهاڪن جي بيان ۾ جيڪڏهن ڪٿي ڪٿي تضاد يا مختلف رايو ملي ٿو، تہ اُهو سڀاويڪ آهي.

## پهاڪا ۽ ٻيا سخن

هتي پهاڪن ۽ اُنهن سان مشابهت رکندڙ ٻين سخن جي وچ ۾ فرق ڏيکارجي ٿو.

### الف: پهاڪو ۽ حوالو (Quotation)

وڏن شاعرن جي شعر جون تڪون ۽ ليڪڪن جون ڪجهہ سٽون اڪثر بيان ۾ حوالي طور ڪتب آڻجن ٿيون. جيئن تہ:

1- "وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻيءَ ۾ ڀُلَ."
(شاهہ لطيف)

2- "پڙاڏو سو سڏ، وَر وائيءَ جو جي لهين"
(شاهہ لطيف)

شاهہ لطيف جي ڪلام مان اهڙيون سٽون جيڪڏهن بيان ۾ ڪتب آڻبيون، تہ اُهي حوالا چئبا. جيڪي پنهنجيءَ ڳالهہ جي پٺڀرائيءَ لاءِ استعمال ڪيا ويا آهن. اِهي پهاڪن کان اِن ڳالهہ ۾ الڳ آهن، تہ اِنهن جي رچيندڙ جي ڄاڻ آهي، ٻئي طرف پهاڪو اصل ۾ ڪنهن سرجيو، اُهو معلوم نہ هوندو آهي. ٻيو تہ اِهي سٽون پهاڪن وانگر روزاني زندگيءَ جي شخصي آزمودن تي ٻيٺل نہ آهن. اِنهن ۾ اونهي فلاسافي سمايل آهي، جيڪا عام طور پهاڪن ۾ نہ هوندي آهي. تيون تہ عام ماڻهن ۾ ڦهلاءُ، -جيڪا هر هڪ پهاڪي جي لازمي وصف آهي، اُها پڻ اِنهن ۾ نہ ٿي ملي. اِنهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ شاهہ جي ڪلام جون ٻيون ڪيتريون سٽون عوام ۾ مروج هئڻ ڪري پهاڪي جو درجو حاصل ڪري چڪيون آهن. مثال طور:

- ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري.
- تتيءَ ٿڌيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل وهڻ جي.
- ذات نہ آهي ذات تي، جو وهي سو لهي.

### ب: پهاڪو ۽ قول

سنتن مهاتمائن جا قول ۽ ڄاڻ وارا نصيحت ڀريا نڪتا پڻ پهاڪن کان الڳ آهن. جيئن تہ:

'علمُ انسان جو ٽيون اک آهي.'
'برهمہ سچ ۽ جڳت ڪوڙ آهي.'

’روح امر آهي جسم فاني آهي. روح امر آهي ۽ جسم فاني آهي.‘

اهڙا قول چاهي لوڪ ۾ مشهور به ٿي وڃن، ته به اُنهن جو واسطو چاڻ ۽ دماغي ورزش سان آهي. اِهي عام لوڪن جي اُپج نه آهن ۽ نڪو روزاني زندگيءَ ۾ شخصي آزمودن تي بيٺل آهن. اِن ڪري اهڙا قول ۽ نصيحت ڀريا نڪتا پهاڪا نٿا ليکجن.

## ب: پهاڪو ۽ ٽوٽڪو يا لطيفو

پرمانند ميوارام جي ڪتاب ”دلبهار“ ۽ ڪيولرام سلامتراءِ جي ڪتاب ”گل“ ۾ چڱائي ٽوٽڪا ۽ لطيفا گڏ ڪري ڏنا ويا آهن. چاهي ڪو ٽوٽڪو يا لطيفو ٻن ٽن سٽن جو ئي ڇو نه هجي، پر اُهو پهاڪو نٿو ليکجي، ڇاڪاڻ ته منجهس ايڪائي وصف نه آهي. يعني اهو ڪنهن هڪ مقرر روپ ۾ عوام ۾ دُهرايو نٿو وڃي. ٻيو ته اهڙن لطيفن ۽ ٽوٽڪن جو مکيه مقصد چرچو گهٻو ۽ وندر سان گڏ نصيحت هوندو آهي.

## پ: پهاڪو ۽ پرولي

پهاڪن وانگر پروليون به عوام ۾ مروج آهن ۽ ننڍڙي روپ واريون هونديون آهن، پر ٻنهي جي مقصد وچ ۾ گهڻو فرق آهي. پهاڪا عام ماڻهوءَ جي روزاني زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل آزمودن جو اظهار آهن. پرولين ۾ پڻ اها وصف ملي ٿي، پر انهن جو مقصد ٻڌي جي سهج سياڻپ ڇاڻ جي پرک ڪرڻ آهي. اِن ڪري، اُن ۾ سمايل سوال يا راز کي حل ڪرڻ لاءِ دماغ کان ڪم ونڻو پوندو آهي. روزاني زندگيءَ ۾ جڏهن پهاڪا پنهنجي ڳالهه جي پٺڀرائيءَ، وغيره لاءِ ڪتب آڻجن ٿا، تڏهن پروليون ٻين کي سلڻ لاءِ ڏجن ٿيون.

پرولين جا ڪجهه مثال آهن:

- سوڙهيءَ گهٽيءَ ۾ نانگ لنگهائي ڏي. (اُبداڻي ۾ اڳٺ)
- ماءُ ڄائي ناهي ته پٽ ڪوٺا ٿو ٽپي. (باهه ٻرڻ کان اڳ دونهون نڪرڻ)
- جيئن ڇڪ، تيئن ڇوٽي ٿئي. (ٻيڙي)
- هيڏڙي، ته جيڏڙي، وڏن جا ٿي پٽڪا لاهي. (جوُنءِ)
- مڙس ٽنگيو پيو آهي، زال پٺي گهمي. (ڪلف ڪنجي)

# 4

# محاورو يا اصطلاح

ٻوليءَ ۾ مروج استعمال جو اپياس ڪندي اسان ڏٺو تہ محاورو يا اِصطلاح اهو مروج استعمال آهي، جيڪو بيان ۾ ڪنهن جملي جو جزو ٿي ڪتب ايندو آهي ۽ اکري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج مطابق ٻي معنيٰ ڏيندو آهي. مثال طور: "ڪملا ساهيڙين واتان اِها ڳالهہ ٻڌي پاڻي پاڻي ٿي ويئي". انهيءَ جملي ۾ 'پاڻي پاڻي ٿيڻ' هڪ محاورو يا اصطلاح آهي، جنهن جو مطلب آهي، "لڄي ٿيڻ، شرمسار ٿيڻ." هتي اهڙن استعمالن بابت وڌيڪ وستار سان ويچار ڪجي ٿو.

## محاوري يا اصطلاح جي اکري معنيٰ

'محاورو' ۽ 'اصطلاح' ٻئي عربي ٻوليءَ جا لفظ آهن، جيڪي فارسيءَ ۾ بہ ڪتب ايندا آهن. اِهي لفظ پوءِ اردو، هندي، سنڌي، پنجابي، ڪشميري ۽ ٻين ڪن ٻولين ۾ بہ مروج ٿي ويا آهن. 'محاورو' لفظ جو عربيءَ ۾ اُچار آهي- 'مُحاورت' اِهو 'حاور' يا 'حَوَرَ' فعل مان نڪتو آهي، جنهن جو مطلب آهي 'موٽائڻ، ورندي ڏيڻ' پوءِ اُنهيءَ جي معنيٰ ۾ وستار ٿي ويو آهي. پلاٽس اِنهيءَ لفظ جون اردو- هندي ڊڪشنريءَ ۾ معنائون ڏنيون آهن.

(1) گفتگو، ڳالهہ ٻولهہ، (2) اصطلاح، لفظي ميڙ، عام ڳالهہ ٻولهہ جو طريقو؛ (3) ٻوليءَ ۾ استعمال، (4) روايت، پرمپرا، عادت. (1)

---

(1) Platts, John T., A Dictionary of Urdu, Classical Hindi and English, Oxford. 1884. p. 1007

محاورا S.M.Dialogue, Conversation, Conference, Idiom, Phraseology, Common or Current speech, usage, pracitce, habit.

جامع سنڌي لغات ۾ 'محاورو' لفظ جون معنائون هن ريت ڏنل آهن:

● مُحاورو- جمع مُحاورا. مذڪر (عربي، حَوَرَ= هن ورائي چيو) گفتگو- ٻول چال- ڳالهه ٻولهه- سوال جواب. علم نحو موجب اهو جملو، جنهن جي لفظي معنيٰ هڪڙي هجي، ته ڪنايت معنيٰ ٻي هجي، مثلاً: "اکيون ٻوڙڻ= بي شرم ٿيڻ، مرڻ"، وغيره. اصطلاح- ورجيس. استعمال- اڀياس- ساڌنا- مشق- آزمودو- تجربو. (1)

ساڳيءَ طرح، اصطلاح پڻ عربي لفظ آهي، جنهن جو بنياد آهي، 'صلح' يعني موافق، سنئو يا وڻندڙ ٿيڻ.' پلاٽس اِنهيءَ لفظ جون اردو- هنديءَ ۾ معنائون ڏنيون آهن. لفظي ميڙ، فقرو، محاورو؛ ٻوليءَ ۾ استعمال؛ ڪا مقبول معنيٰ؛ مروج ٽيڪنڪي لفظ. (2)

جامع سنڌي لغات ۾ 'اصطلاح' لفظ جي اٿپوري معنيٰ ڏنل آهي، آها آهي- ڪنهن ڌنڌي يا فن جو لفظ- ورجيس. ٻئي طرف، اُنهيءَ لفظ جي صفت روپ 'اصطلاحي' ۾ وڌيڪ معنيٰ ڏنل آهي. "محاوري وارو مشهور معنيٰ کانسواءِ ٻي خاص معنيٰ رکندڙ (لفظ) (3)

## محاورو يا ورجيس

ٻوليءَ ۾ مروج استعمال جا قسم سمجهائيندي، مون ڏيکاريو آهي، ته محاورو يا اِصطلاح، معنيٰ جي لحاظ کان ورجيس کان الڳ آهي. حقيقت ۾ ورجيس اهڙو لسانيات استعمال آهي، جيڪو اکري معنيٰ ۾ نه ئي ڪتب ايندو آهي، پر اهو ڪنهن خاص روپ ۾ مروج ٿي ويندو آهي، جنهن ڪري ٻين مروج استعمالن وانگر ان کي به ايڪائي وصف حاصل ٿي ويندي آهي. مطلب ته ان جي روپ ۾ اسين مرضيءَ مطابق ڦيرگهير ڪري نٿا سگهون. اُردوءَ جي عالمن اهڙن استعمالن کي 'روز مره' يا 'ٻول چال' نالو ڏنو آهي.

مثال طور، 'اٺين ڀڳو جيٺن ڪاريءَ هيٺان ڪانءُ' هڪ ورجيس آهي، جيڪا اکري معنيٰ ۾ نه ئي ڪتب ايندي آهي."

---

(1) بلوچ، نبي بخش خان؛ 'جامع سنڌي لغات' (جلد پنجون)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سنڌ 1988. ص، 2616.

(2) Platts, same اصطلاح s.f. Phrase, phraseology, idiom, usage, assepted signification, conventional meaning, conventional term, technical term. p. 58.

(3) بلوچ، نبي بخش خان؛ 'جامع سنڌي لغات' (جلد پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ص؛ 204.

هو اهڙو ڪجي جهڙو پيت" به هڪ ورجيس آهي.

'ورجيس' لفظ جا سنڌيءَ ۾ پيا اُچار آهن: 'ورجيس، ورج' جامع سنڌي لغات ۾ اِنهن جون معنائون ڏنل آهن: ورج = رسم- رواج- دستور- هلت. رهڻي ڪهڻي. ريت- پرويز- پر- هلي چلي- مرجاتا- وتيرو- حال- عادت- هير- ورد. محاورو- اصطلاح- وغيره. (1)

'ورجيس' جون پڻ ساڳيون معنائون ڏنل آهن. منهنجي ويچار ۾ اِنهيءَ ورج جو سنسڪرت ۾ بنياد آهي 'ورت' ڌاتو. اُن جون معنائون گهڻيئي آهن جن مان ڪجهه هن ريت آهن:

هُئڻ- ٿيڻ، ڦرڻ- موٽڻ (پيٽيو- سنڌي فعل ورجائڻ) گذر ڪرڻ- ريت رواج ۾ هئڻ.

اِن مان اِسم ٺهيل آهه 'ورت' جيڪو لفظن جي خاص استعمال يا طاقت لاءِ پڻ استعمال ڪبو آهي. ورج- ورجس- ورجيس پڻ اهو استعمال آهي، جيڪو ڪنهن ٻوليءَ جي رواج ۾ مشهور آهي ۽ بار بار ساڳئي نموني ڌُهرايو ويجي ٿو.

انگريزيءَ ۾ محاوري (اصطلاح) ۽ ورجيس کي گڏجي 'Idiom' سڏيو ويجي ٿو، جنهن جون گهڻيئي پيون معنائون پڻ آهن.

سنسڪرت ۾ محاوري يا اِصطلاح لاءِ ڪو خاص الڳ هم- معنيٰ ٽيڪنيڪي لفظ اسان کي ڪونه ٿو ملي. انهيءَ جو ڪارڻ اِهو آهي ته ان زبان جي ماهرن اهڙن استعمالن کي شبد شڪتي (لفظن جي طاقت) جي اندر سمجهايو آهي. انهيءَ ڪري هنديءَ ۾ توڙي پين ڪن ٻولين ۾ ودوانن محاوري، اصطلاح ۽ ورجيس جي معنيٰ ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪي خاص ٽيڪنيڪي لفظ گهڙيا آهن. جيئن ته: واڪ- پڌتي، واڪ- ريتي، - واڪ- ويوهار، واڪ- سمپردايه، واگ- ريتي، واگ- ڌارا، وغيره. اهڙن لفظن جو گهڻو پرچار ٿي نه سگهيو آهي. هنديءَ ۾ عام طور 'محاورا' لفظ ئي اهڙن مروج استعمالن لاءِ ڪتب ايندو آهي.

## محاوري ۽ لفظن جي طاقت

سنسڪرت زبان جي ڄاڻن 'شبد شڪتي' يعني لفظن جي طاقت سمجهائيندي، لفظ ۽ اُنهيءَ جي معنيٰ بابت گهڻيءَ باريڪيءَ سان ويچار ڪيو

(1) بلوچ، نبي بخش خان: 'جامع سنڌي لغات، سنڌي' (جلد 5)، ادبي بورڊ، حيدرآباد. ص: 2939.

آهي. جيئن تہ، محاورن ۾ پڻ معنيٰ جي نرالائي سمايل آهي، انهيءَ ڪري هتي تورِي ۾ لفظ ۽ انهيءَ جي معنيٰ تي بحث ڪجي ٿو.

ٻوليءَ ۾ اسين گهڻيئي اهڙا لفظ استعمال ڪندا آهن، جن جي اکري معنيٰ هڪڙي هوندي آهي، تہ بيان ۾ گهربل معنيٰ ٻي هوندي آهي. مثال طور، جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي باري ۾ اسين چئون ٿا. "فلاڻو اتيئي ٻگهلو ٻَگت، متان سندس ڦندي ۾ ڦاٿو آهين." تڏهن اسان جو مطلب اِهو نہ آهي تہ بيان ڪيل ماڻهو ٻگهہ پکي آهي. اهڙيءَ حالت ۾ "ٻگهلو" لفظ جي اکري معنيٰ نہ ڪٿي، اسين اُن جو ٻيو مطلب ڪڍون ٿا، جيڪو آهي- "ٺڳ، دوکيباز، مڪار".

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ لفظن ۾ اُها ڪهڙي شڪتي يا طاقت آهي، جيڪا اکري معنيٰ جي اظهار ڪرڻ ڪانسواءِ ٻي معنيٰ بہ ڄاڻائي ٿي.

## لفظ ۽ معنيٰ

لفظ ۽ انهيءَ جي معنيٰ جو پاڻ ۾ ڪهڙي قسم جو لاڳاپو آهي؟

اسين ڳالهائڻ جي عضون ذريعي جيڪي آواز اُچاريون ٿا، اُهي ڪنهن مقرر ترتيب ۾ اچي 'لفظ' جو روپ اختيار ٿا ڪن. ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ هرهڪ لفظ ڪي ڪانہ ڪا معنيٰ ضرور هوندي آهي. ڪنهن لفظ کي ٻڌڻ سان جنهن ڀاونا، ويچار، شيءِ يا پراڻيءَ جو نقش اسان جي دل ۽ دماغ ۾ اڀري ٿو، تنهن کي انهيءَ لفظ جي معنيٰ چئجي ٿو. سنڌيءَ ۾ ڳئون لفظ ٻڌڻ يا پڙهڻ سان هڪدم هڪ خاص قسم جي چوپائي جانور جو چٽ اسان جي ڏيان تي تري ٿو اچي. ساڳيءَ طرح، 'ڪرسي'، 'ميز'، 'ڪتاب' وغيره لفظن ٻڌڻ سان اسان جو ڌيان ڪن مقرر بناوت وارين شين ڏانهن ڇڪجي ٿو وڃي. اِن طرح، ٻوليءَ جو هرهڪ لفظ ڪنهن نہ ڪنهن معنيٰ جو اظهار ڪري ٿو. ڪهڙي لفظ ڪهڙي معنيٰ ڄاڻائي، اِهو تہ فقط ان ٻوليءَ ڳالهائيندڙ سماج جي روايت يا لوڪاچار (Convention) تي ٻڌل آهي. اسين پنهنجن وڏن کان ۽ اُنهيءَ ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙ ٻين ماڻهن کان لفظ ٻڌون ٿا، سندن استعمال جاچيون ٿا ۽ انهن جون معنائون پروڙيون ٿا. پوءِ پاڻ بہ اُهي لفظ ساڳيءَ طرح، ساڳين معنائن ۾ ڪتب آڻيون ٿا. انهيءَ طرح صدين کان وٺي پيڙهيءَ در پيڙهيءَ ٻولي هلندي پيئي اچي. سمي گذرندي ٻوليءَ جي بيهڪ، لفظن جي اُچارن ۽ معنيٰ ۾ بہ ڪي قدر فرق اچيو وڃي. اِنهيءَ ڪري 'قاضي قادن'، 'شاهہ ڪريم' ۽ 'شاهہ لطيف' جي سنڌيءَ کان هاڻوڪي سنڌيءَ ۾

اسان کي تبديلي نظر اچي ٿي.

هتي اسان کي اهو چٽيءَ طرح ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته لفظ جو پنهنجيءَ معنيٰ سان لاڳاپو ڪنهن به خاص ترڪ يا منطق تي ٻڌل نه آهي. ٻوليءَ جي سماجي لوڪاچار مطابق هرهڪ لفظ جي معنيٰ مقرر ٿي ويئي آهي. اِها ڳالهه اسان کي سهج ئي سمجهه ۾ اچي ٿي وڃي، جڏهن اسين ڏسون ٿا ته هڪ ئي شيءِ لاءِ جدا جدا ٻولين ۾ الڳ الڳ لفظ مقرر ٿي ويا آهن. مثال طور، جنهن جانورن کي اسين سنڌيءَ ۾ ڇئون ٿا 'ڳانءِ يا ڳئون' تنهن کي سنهلي ٻوليءَ ۾ چون 'دين يا ايلدين'، تبيتي ٻوليءَ ۾ چون 'پا'، انگريزيءَ ۾ چون ڪئَو (Cow)، فرينچ ۾ چون 'واش'، ته گريڪ ۾ چون 'بوي' (Bove). مزي جي ڳالهه ته اها آهي ته هڪ جهڙي اُچار وارا لفظ به هڪڙي ٻوليءَ ۾ هڪ معنيٰ ٿا ظاهر ڪن ته ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ٻيو مطلب ٿا ڄاڻائين. جيئن ته، 'تپ' لفظ جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ آهي 'بخار' ته تامل ٻوليءَ ۾ ان جو مطلب آهي 'غلطي، چوڪ'. 'پيلا' لفظ جي مرائيءَ ۾ مَعنيٰ آهي 'پيالو'، ته سنڌيءَ ۾ ان جو مطلب آهي 'اَنڊڪوش، آنوڙا'.

هر هڪ ٻوليءَ ۾ اهڙا لفظ به هوندا آهن، جن جي معنيٰ فقط ٻوليءَ جي وياڪرڻي ڍانچي سان واسطو رکندڙ هوندي آهي. جيئن ته ۾، تي، يا، ۽، واهه، آڙي. اهڙن لفظن جي اچار سان ٻڌندڙ جي ڌيان تي ڪنهن شيءِ پراڻيءَ، وغيره جو عڪس نه اُڀرندو آهي. پر ان جي بجاءِ ڪنهن جملي جي رچنا ۾ اُن ذريعي ظاهر ٿيندڙ مطلب سمجهڻ ۾ مدد ملندي آهي.

## لفظن جي طاقت

- هي 'هيرو' تمام ملهائتو آهي.
- هائر سيڪنڊري اسڪول جي اِمتحان ۾ 'هيرو' پهريون نمبر آيو آهي.

اِنهن مثالن مان ظاهر آهي ته پهرئين جملي ۾ 'هيرو' جي معنيٰ هڪ قيمتي پٿر يا جواهر آهي، پر ٻئي جملي ۾ 'هيرو' ڪنهن ڇوڪري جو نالو آهي. اِنهيءَ مان ثابت ٿئي ٿو ته ڪنهن به لفظ جي معنيٰ جي پوري ڄاڻ تڏهن حاصل ٿئي ٿي، جڏهن اُن جو استعمال جملي ۾ ڪجي ٿو.

لفظ جي اُها قابليت، جنهن جي ذريعي اُهو جدا جدا جملن ۾ گهربل معنيٰ ڏئي ٿو، تنهن کي 'شبد شڪتي' يا 'لفظن جي طاقت' چئجي ٿو.

لفظن جي طاقت ٽن قسمن جي آهي.

**الف:** اظهار جي طاقت (Power of Expression)

**ب:** ڏسڻ ڏسيندڙ طاقت (Power of Indication)

**ٻ:** اشاري جي طاقت (Power of Suggestion)

هاڻي اچو ته لفظن جي طاقت جي انهن ٽنهي قسمن تي الڳ الڳ ويچار ڪريون.

## الف: اظهار جي طاقت (Power of Expression)

لفظ ۽ انهيءَ جي معنيٰ تي ويچار ڪندي اسان ڏٺو، ته لفظ جو سندس معنيٰ سان لاڳاپو فقط لوڪاچار يا پرمپرا تي ٻڌل آهي. ڳئون، مينهن، گهوڙو، گڏهه، وڻ، ڪتب، ٻگهلو، زال، مرد، وغيره لفظ جيڪا پنهنجي پنهنجي معنيٰ ڄاڻائين ٿا، سا فقط انهيءَ ڪري جو اِهي لفظ اِنهن معنائن ڄاڻائڻ لاءِ سماج ۾ مروج ٿي ويا آهن. اظهار جي طاقت لفظ جي اُها قابليت آهي، جنهن ذريعي لفظ جملي ۾ سڌيءَ طرح پنهنجي پهرين يا مکيه معنيٰ ڄاڻائي ٿو. اِن ريت حاصل ٿيل معنيٰ کي لفظ جي اکري يا مکيه معنيٰ (Primary Meaning) چئبو آهي. سنسڪرت ۾ انهيءَ کي 'واچيه ارٿ' سڏيو ويو آهي، ۽ اهڙن لفظن کي 'واچڪ شبد' (اکري معنيٰ ڏيندڙ لفظ) چيو ويو آهي.

هر هڪ ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ پڻ آهن، جيڪي بيان ۾ پنهنجيءَ اکري معنيٰ کي ڇڏي، ڪنهن ٻيءَ معنيٰ کي ڄاڻائيندا آهن. جيئن ته:

1- مومل 'گونگي ڳانءِ' آهي.

2- هو آڻيٽي 'ٻگهلو ڀڳت'، ڪانئس خبردار رهجانءِ.

3- هو ته بلڪل 'گڏهه' آهي، هيتري سمجهائڻ بعد به ڪم صحيح نموني پورو نه ڪيائين.

اِنهن جملن ۾ 'ڳانءِ'، 'ٻگهلو' ۽ 'گڏهه' لفظ پنهنجي اکري معنيٰ ۾ ڪتب نه آيا آهن. پر اُهي ٻيو مطلب ظاهر ڪن ٿا. 'ڳانءِ' جو مطلب هتي آهي 'ماٺيٽي، سانتيڪي سياءَ واري ڇوڪري.' 'ٻگهلو ڀڳت' جو هتي مطلب آهي 'دوکيباز، ٺڳ، مڪار'. ساڳيءَ طرح، 'گڏهه' جو هن جملي ۾ مطلب آهي 'مورک، بيوقوف.' اِن طرح، بيان ۾ لفظ جيڪا ٻي معنيٰ ڄاڻائن ٿا، انهيءَ کي لفظ جي 'اصطلاحي يا ٻي معنيٰ (Metaphorical or Secondary Meaning) چئجي ٿو.

ٻوليءَ ۾ لفظ، اصطلاحي يا ٻي معنيٰ ڄاڻائڻ لاءِ جنهن قوت يا طاقت کي استعمال ڪندو آهي، اُها ٻن قسمن جي هوندي آهي. 'ڏسيندڙ طاقت' ۽ 'اشارتي سگهه'. هاڻي اچو ته اِنهيءَ تي وڌيڪ ويچار ڪريون.

**ب: ڏسيندڙ طاقت (Power of Indication)**

جڏهن اسين ڪنهن ماڻهوءَ بابت چئون ٿا ته، ”فلاڻو آتيئي ٻگهلو ڀڳت. ڪانئس خبردار رهجانءِ“. تڏهن هن جملي ۾ ’ٻگهلو ڀڳت‘ لفظ جي اکري معنيٰ ’ٻگهلو پکي‘ نه ڪٽي، ٻوليءَ جي رواج موجب ٻي معنيٰ ڪڻجي ٿي، جيڪا آهي، ’ٺڳ، دوکيباز، مڪار‘. اِها ٻي معنيٰ لفظ ڪيئن ٿو ڏئي؟

جملي ۾ لفظ هميشه پهريائين پنهنجي اکري معنيٰ ظاهر ڪندو آهي. پر اُها جيڪڏهن اُن جملي جي حاصل مطلب سان ٺهڪندڙ نه هوندي آهي، ته پوءِ انهيءَ جي ٻي معنيٰ ڪڍبي آهي. هتي ڏنل مثال ۾ ’ٻگهلو‘ لفظ جي مکيه معنيٰ ’ٻگهه پکي‘ جملي ۾ نٿي ٺهڪي، ڇاڪاڻ جو ٻڌندڙ کي ڄاڻ آهي ته جنهن شخص جو هتي ذڪر ڪيو ويو آهي، اُهو ٻگهه پکي نه آهي، پر هڪ ماڻهو يا اِنسان آهي. اِنهيءَ مان ثابت آهي ته ڪوبه لفظ ٻي معنيٰ ڄاڻائي، اُنهيءَ لاءِ پهريون شرط اِهو آهي ته سندس مکيه يا اکري معنيٰ ۾ رڪاوٽ پوڻ گهرجي. جڏهن لفظ جي مکيه معنيٰ ۾ رڪاوٽ ٿي پوي، تڏهن اسين اُنهيءَ جي ٻي معنيٰ ڪڍون ٿا. پر انهيءَ جو اِهو مطلب بلڪل نه آهي، ته اسان کي جيڪا به معنيٰ کپي اُها ڪڍي سگهون ٿا. انهيءَ ٻيءَ معنيٰ جو پهرينءَ معنيٰ سان ڪونه ڪو لاڳاپو ضرور هئڻ گهرجي.

’ٻگهلو‘ لفظ جي مکيه معنيٰ ڇڏي، جڏهن اسين ٻي معنيٰ ڪڍون ٿا، انهيءَ جو ڪارڻ اِهو آهي جو ٻنهي معنائن ۾ گهرو سنٻنڌ آهي. ٻگهه پکيءَ ۽ ٺڳ ماڻهوءَ جي سڀاءَ ۾ هڪجهڙائي آهي. ٻگهه پکي جڏهن ڳچي بدن ڏانهن سرڪائي، اکيون ٻوٽي چپ چاپ ڍنڍ ۾ هڪ ٽنگ تي بيهي رهندو آهي، تڏهن اُئين محسوس ٿيندو آهي ڄڻ ته ڪو ساڌو مهاتما پاڻيءَ ۾ هڪ ٽنگ تي بيٺو تپسيا ڪري. پر جيئن ئي پاڻيءَ ۾ ڦورو به چرپر ٿي، تيئن ئي هو اکيون ڦرڙائي، مڇيءَ کي ڏسڻ شرط ئي جهپ هڻي پڪڙي وٺندو آهي. ٺڳ ماڻهو به ٻگهه پکيءَ جيان آهي. هو ٻاهران ته گهڻوئي ساڌو لڳندو آهي، پر اندر ۾ به آڳر واڌو يعني پڪو ابليس هوندو آهي. هاڻي ثابت ٿيو ته لفظ ٻي معنيٰ ڏسي، اِنهيءَ لاءِ ٻيو شرط اِهو آهي ته انهن ٻنهي معنائن ۾ هڪ جهڙائي هئڻ کپي. اِتي توهان سهج سڀاءَ اِهو سوال پڇندا ته اسين اهڙا لفظ ڪتب ئي ڇو ٿا آڻيون، جو جملي ۾ سندن مکيه معنيٰ نٿي ٺهڪي، جنهن ڪري پوءِ اسان کي سندن ٻي معنيٰ تي ڪٽڻي پوي. اِنهيءَ جو جواب اِهو آهي ته اسين

ٻوليءَ ۾ اهڙا لفظ اِن ڪري ئي استعمال ڪريو، جو منجهن اثر ۽ زور پيدا ڪرڻ جي جيڪا قوت آهي، اُها اکري معنيٰ ڏيندڙ لفظن ۾ ڪانهي. ڪنهن شخص کي ٺڳ يا دوکيباز چوڻ سان اُنهيءَ ماڻهوءَ جو سياهُ چٽيءَ طرح ۽ اثرائتي نموني ظاهر نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ ته ٺڳي هڪ خيالي (Abstract) عمل آهي. پر اُنهيءَ ماڻهوءَ کي ٻگهلو چوڻ سان اسين ٻگهه پکيءَ جي سياءَ جي تمثيل ڏيئي، سندس عادت ۽ وهنوار جو چٽو ۽ اثرائتو چٽ چٽي ٿا ڇڏيون. اهڙن لفظن کي ٻوليءَ ۾ ڪتب آڻڻ جو اِهوئي مکيه ڪارڻ آهي.

هاڻي ظاهر ٿيو، ته ٻوليءَ ۾ جڏهن اسين ڪنهن لفظ کي اکري معنيٰ ۾ نه ڪٿي، انهيءَ سان واسطو رکندڙ ڪنهن ٻيءَ معنيٰ ۾ اُن کي ڪتب آڻيون ٿا، تڏهن اُنهيءَ لاءِ ڪو خاص مقصد يا ڪارڻ هوندو آهي. اِن ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ هي جملا ڏسو:

- اڄ ڪرڪيٽ راند ۾ ڀارت ۽ پاڪستان جو مقابلو ٿيندو.
- هردوار ۾ گنگا تي سوامي گٽيشانند جو آشرم آهي.
- سر تي ڇو چڙهيو بيٺو آهين؟ ڪم ڪرڻ ڏي.

پهرئين جملي ۾ 'ڀارت' ۽ 'پاڪستان' جو مطلب اِنهن ٻنهي ملڪن جي رانديگرن جي ٽيم آهي، جيڪي حقيقت ۾ پنهنجي پنهنجي ملڪ جا عيوضي آهن، شان آهن. هتي 'ٽيم' يا 'ٽولي' چوڻ بدران اُنهن ٽولين جي ملڪن جو نالو استعمال ڪيو ويو آهي، جنهن جو ڪارڻ اِهو ڏيکارڻ آهي، ته اهي ٽوليون ڄڻ ته پنهنجي ملڪ جي شان جي علامت (Symbol) آهن. ٻئين جملي ۾ 'گنگا تي' لفظن استعمال ڪرڻ جو مقصد اِهو آهي ته اُهو آشرم بلڪل گنگا نديءَ جي ڪناري تي آهي يعني نديءَ جي تمام ويجهو آهي. ساڳيءَ طرح ٽئين جملي ۾ 'سِرَ تي' لفظن جو مطلب آهي ته ايترو ويجهو ڇو بيٺو آهين، جو مونکي ڪم ڪرڻ ۾ رڪاوٽ ٿي ٿئي. اِن طرح لفظن جي اهڙن استعمالن ۾ ڪونه ڪو مقصد هوندو آهي. وقت گذرندي گهڻيئي لفظ پنهنجيءَ ٻيءَ يا اصطلاحيءَ معنيٰ ۾ ٻوليءَ ۾ مشهور ٿي ويندا آهن. اِنهيءَ ڪري اهڙن لفظن جي اکري معنيٰ سان گڏ، انهن جي اِصطلاحي معنيٰ به ڊڪشنريءَ ۾ درج ڪري ڇڏبي آهي. جيئن ته، گڏهه ۽ ڳانءِ پنهنجيءَ اکري معنيٰ ۾ خاص جانورن ڏانهن ڌيان ڇڪائين ٿا. پر انهن جي اِصطلاحي معنيٰ 'گڏهه' يعني 'مورک' ۽ 'ڳانءِ' يعني 'ماڻهو، حليم سياءُ وارو اِنسان' به ٻوليءَ ۾ مشهور آهي.

ڪيترائي لفظ جڏهن پنهنجيءَ اصطلاحي معنيٰ ۾ مشهور ٿي وڃن ٿا، تڏهن اڪثر اِهو سمجهڻ مشڪل ٿي پوندو آهي ته اُن لفظ کي اِها ٻي معنيٰ ڪهڙي مقصد يا ڪارڻ سان ڏني ويئي. مثال طور:

- فلاڻي کي ته نڪ ئي ڪونهي.
- حيدرآباد، سنڌ جو نڪُ آهي.

پهرئين جملي ۾ 'نڪ' لفظ جو مطلب آهي، 'لڄ- شرم، حياءُ'، ٻئين جملي ۾ 'نڪ' لفظ جو مطلب آهي 'شان، فخر'. 'نڪ' لفظ جون اِهي اصطلاحي معنائون هاڻي اسان جي ٻوليءَ ۾ مشهور ٿي ويون آهن. سڀ کان اول جنهن شخص 'نڪ' لفظ جو استعمال اِنهن اِصطلاحي معنائن ۾ ڪيو هوندو، تڏهن سندس سامهون ڪو خاص مقصد هوندو، جيڪو هن ريت ٿي سگهي ٿو. جهڙيءَ طرح ماڻهوءَ جي جسم ۾ مُنهن هڪ مکيه عضوو آهي، اُنهيءَ ۾ پڻ 'نڪ' منهن جي سيني حصن کان ٻاهر ۽ سامهون بيٺل آهي، ساڳيءَ طرح، 'عزت، لڄ، شرم' جو جذبو پڻ اِنسان جي وجود جو هڪ مکيه اسم آهي ۽ سندس شان آهي. هاڻي ثابت ٿيو ته ڪنهن به لفظ جي اکري معنيٰ ڇڏي، اُنهيءَ جي ٻي اصطلاحي معنيٰ ڪڍڻ لاءِ ٽيون شرط اِهو آهي ته اُها معنيٰ يا ته ڪنهن ڪارڻ تي ٻڌل هجي، يا اُنهيءَ اصطلاحي مطلب ۾ اُها ٻوليءَ ۾ مروج ٿي ويئي هجي.

هتي بيان ڪيل نموني، ڪوبه لفظ، جڏهن ٻي معنيٰ ڏئي ٿو، تڏهن اُنهيءَ معنيٰ ڏيکارڻ لاءِ لفظ جي 'ڏسيندڙ طاقت' ڪم ڪري ٿي. ڏسيندڙ طاقت لفظ جي اُها طاقت آهي، جيڪا لفظ جي مکيه يا اکري معنيٰ ۾ رڪاوٽ پوڻ بعد، مکيه معنيٰ سان لاڳاپو رکندڙ، سماج ۾ مروج يا ڪنهن ڪارڻ تي آڌار رکندڙ ٻي معنيٰ ڏسي ٿي. اهڙيءَ ريت حاصل ٿيندڙ معنيٰ کي لکشيارٿ (لکشيه + اَرٿ يعني ڏسيل معنيٰ) چئجي ٿو، ۽ اها معنيٰ ڏيندڙ لفظ کي لاکشڻڪ شبد (ڏسيندڙ لفظ) سڏجي ٿو.

**ب: اشارو يا اشاري جي طاقت (Power of Suggestion)**

جڏهن اسين ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻگهلو ٿا چئون، تڏهن جملي ۾ اِنهيءَ لفظ جي مکيه معنيٰ ۾ رڪاوٽ پوڻ ڪري، ٻڌندڙ شخص اشارتي سگهه ذريعي انهيءَ لفظ جي ٻي معنيٰ 'ٺڳ، دوکيباز' ٿو ڪڍي، پر 'ٻگهلو' لفظ ٻڌڻ

سان، ٻگهه ڀڳيءَ جي تمثيل تي، ٻاهران سادو ۽ اندر ۾ ابليس هئڻ، ٺڳيءَ دوکي يا مڪاريءَ سان ڀرپور هئڻ، وغيره ڀاونائن جو چٽو ۽ اثرائتو تصور ڪرائڻ ۾ لفظ جي جيڪا طاقت ڪم ڪري ٿي، تنهن کي اشاري جي طاقت چئجي ٿو.

هرهڪ ٻوليءَ ۾ ڪيترائي هم آواز لفظ هوندا آهن، جن لاءِ رواجي طور مائٿو ائين چوندا آهن ته هڪ ئي لفظ جون اِهي الڳ الڳ معنائون آهن. مثال طور، 'ٻانهن' لفظ جي هڪ معنيٰ آهي 'انسان جي بدن جو هڪ عضوو'؛ ۽ ٻي معنيٰ آهي 'زال، عورت، گهر واري'. ساڳيءَ طرح 'ڀولو' لفظ جي هڪ معنيٰ آهي 'سادو، سرل سياءُ وارو' ٻي معنيٰ آهي 'غلطي، چوڪ'. ٻوليءَ جي ماهرن موجب، ڪنهن به ٻوليءَ ۾ مڪيه معنيٰ ظاهر ڪندڙ هرهڪ لفظ کي الڳ لفظ ليکبو آهي. اهو فقط هڪ اتفاق آهي ته ڪجهه لفظن جو ڳالهائڻ ۾ اُچار ۽ لکڻ ۾ روپ بلڪل ساڳيو ٿو هجي. انهيءَ اصول موجب 'ٻانهن' جون جيتريون مکيه معنائون آهن، اوترائي ان لاءِ ٻوليءَ ۾ لفظ ليکبا، جيڪي فقط پاڻ ۾ هم- آواز (Homophonous, Homonyms) آهن. اهڙن هم- آواز لفظن جي استعمال ڪرڻ سان ٻوليءَ ۾ ڪيترن هنڌن تي جدا جدا مطلبن طرف اِشارو ملندو آهي. جيئن ته ڪو شخص محنت سان ۽ پنهنجن ساهرن مائٽن جي مالي مدد سان جيڪڏهن اوج تي رسيو آهي، ان لاءِ جيڪڏهن ڪو چوي ته 'فلاڻي ٻانهن جي ٻل تي هيترو واڌارو ڪيو آهي.' ته اِنهيءَ جملي جي هڪ اکري معنيٰ ته اِها ملي- 'هو پنهنجيءَ طاقت ۽ محنت سان ايڏي اوج تي پهتو آهي.' پر چاتوءَ ۽ سياڻي کي مبهم طور اِهو به اِشارو ٿو ملي، ته 'هو پنهنجيءَ زال جي مائٽن وٽان يعني ساهرن کان مدد ملڻ تي ايتري ترقي ڪري سگهيو آهي.'

ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي ڍنگ، بيان جي معنيٰ وغيره جي آڌار تي پڻ 'اشارتي سگهه' ٻوليءَ ۾ گهڻيئي رنگ ٿي رچائي. مثال طور، جيڪڏهن ڪنهن ڏڏ يا موڳي ڇوڪري کي ماستر ٽوڪيندي چوي، "تون ته اِمتحان ۾ ضرور پهريون نمبر ايندين." ته اِنهيءَ بيان مان اِشاري طور اِهو مطلب ٿو نڪري ته "تون امتحان ۾ پاس ڪونه ٿيندين. پر جيڪڏهن پاس ٿئين ته به پوئين نمبرن ۾ هوندين."

ڪنهن شخص ٻئي کي چيو ته، "تنهنجي منهن مان ته شيطاني پيئي بکي." اڳلو به ڪو تمام حاضر جواب هئو. تنهن اُمالڪ وراڻيس، "ائين

آهي؟ مون کي اڄ خبر پيئي آهي تہ منهنجو منهن آرسي آهي." هن گفتگوءَ جو لطف تڏهن ايندو، جڏهن جواب ڏيندڙ جو اشارو سمجهون، جيڪو هن ريت آهي، "سچ پچ تہ بدمعاش تون ئيَ آهين. تنهنجي منهن مان جيڪا شيطاني پيئي بکي، تنهن جو عکس منهنجيءَ صورت ۾ پيو پسين."

اِنهن مثالن مان ظاهر آهي تہ بيان ۾ اشاري واري مطلب جو آڌار يا کو خاص لفظ هوندو آهي (جيئن 'ٻانهن') يا اُهو ڳالهائيندڙ جي ڍنگ ۽ بيان جي حوالي تي ٻڌل هوندو آهي.

اِشاري جي طاقت، لفظ جي اُها طاقت آهي، جيڪا ڏسيندڙ لفظن هم- آواز لفظن يا بيان جي نوع مان حاصل ٿيندڙ معنيٰ جي آڌار تي ڪنهن ٻيءَ معنيٰ طرف اِشارو ڪندي آهي. اهڙيءَ طرح حاصل ٿيل مطلب کي 'اِشارو ڪيل معنيٰ' ۽ اهڙيءَ معنيٰ ڏيندڙ لفظ کي 'اِشارو ڪندڙ لفظ' چئبو آهي.

## محاورن ۾ ڏس ۽ اشارا

ڪنهن بہ ٻوليءَ جي محاورن يا اصطلاحن جو جيڪڏهن اسين جائزو وٺنداسين، تہ معلوم ٿيندو تہ انهن جي جيڪا اِصطلاحي معنيٰ ٻوليءَ ۾ مروج ٿي ويئي آهي، انهيءَ جو بنياد لفظن جي ڏسيندڙ يا اشارتي طاقت ئي آهي. محاورو يا اِصطلاح جيئن اول سمجهايو ويو آهي تہ اهو مروج استعمال آهي، جيڪو جملي جو جزو هوندو آهي ۽ اکري معنيٰ بدران ڪنهن ٻيءَ معنيٰ ۾ ڪتب ايندو آهي. مثال طور، "تون تہ گهوڙي تي چڙهي آيو آهين" جملي ۾ "گهوڙي تي چڙهي اچڻ" هڪ محاورو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'تمام تڪڙ ڪرڻ، جلدي ڪرڻ'. جيڪڏهن ڪو شخص سچ پچ گهوڙي تي سوار ٿي آيو آهي، جنهن کي اِهو جملو بيان ٿو ڪري تہ پوءِ اِها اِن بيان جي اکري معنيٰ چئبي، ان حالت ۾ اِن کي محاورو نہ سڏبو. ساڳيءَ طرح، "هوءَ تہ پٽ جي پوري آهي." اِن جملي ۾ 'پٽ جي پوري هئڻ' محاوري جو مطلب آهي 'تمام سندر هئڻ، نازڪ هئڻ.' جڏهن سامهون بيٺل ڪنهن سندر ڇوڪريءَ ڏانهن اِشارو ڪري، سندس سونهن جي واکاڻ ڪئي ويئي آهي، تہ پوءِ اِهو محاورو سڏبو. پر جيڪڏهن ڪنهن ديوار ۾ لڳل پوريءَ يا گُڏيءَ جو اِن ۾ بيان آهي، تہ پوءِ اِهو جملو اکري معنيٰ ۾ هئڻ ڪري محاورو نہ سڏبو. هاڻي محاورن جا ڪجهہ وڌيڪ مثال ڏسو:

'وات ۾ مڱ پيا اٿيئي ڇا؟ جواب ڇو نہ ٿو ڏين؟'

هن جملي ۾ 'وات ۾ مڱ پوڻ' هڪ محاورو آهي، جنهن جو مطلب آهي 'چپ رهڻ، ڪجهه به نه ٻولڻ'. جنهن شخص ڪي هيءَ ڳالهه چئي ويئي آهي، تنهن جي وات ۾ سچ پچ مڱ پيل نه آهن. اِنڪري اڪري معنيٰ ۾ رڪاوٽ پوڻ سببان پوءِ ٻي معنيٰ ڪڍون ٿا، جيڪا آهي چپ رهڻ، ڪجهه به نه ڳالهائڻ. اِها معنيٰ ڏسيندڙ طاقت ذريعي حاصل ٿي آهي، جنهن جو مقصد آهي ته سانت هئڻ جي اِنتها ظاهر ڪرڻ. جهڙيءَ طرح، ڪنهن شخص جي وات ۾ مڱ پيا هجن ته هو بلڪل ڳالهائي نه سگهندو. ساڳيءَ طرح، بيان ڪيل شخص به اَن وانگر ماٺ ۾ آهي، بلڪل ڳالهائي نٿو.

'هن جي ته ڪنڌ هيٺان وهاڻو آهي.'

اِنهيءَ جملي ۾ 'ڪنڌ هيٺان وهاڻو هئڻ' جو مطلب آهي 'بي فڪر هئڻ، ڪابه ڳڻتي، چنتا نه هئڻ.' هتي جنهن شخص جو ذڪر ڪيل آهي، انهيءَ جي ڪنڌ هيٺان سچ پچ ڪو وهاڻو ڪونه رکيو آهي. اِن ڪري اڪري معنيٰ ۾ رڪاوٽ پيدا ٿيڻ بعد ان جو ٻيو مطلب ڪڍيو ويو آهي. جهڙيءَ طرح، ڪو ماڻهو ڪنڌ هيٺان وهاڻو رکي، آرام سان ڪنهن به الڪي ڪانسواءِ گهري ننڊ ۾ سمهيو پيو هوندو آهي، تهڙيءَ طرح هن جملي ۾ ذڪر ڪيل شخص به بي پرواهه آهي، ڪيس ڪوبه فڪر نه آهي. اِن طرح هتي اِها ٻي معنيٰ ڏسيندڙ طاقت ذريعي ملي آهي.

'مهيني ۾ پنجاهه روپيا ڪمايائين ته ڏاڍي ڪا آبادي ٿي!'

هن جملي ۾ 'آبادي ٿيڻ' محاورو آهي، جيڪو اڳلي ڪي ٽوڪ واري نوع ۾ چيو ويو آهي. اِن ڪري هتي اشارتي طاقت ذريعي مطلب ڪڍبو، جيڪو آهي 'ڪا وڏي ڳالهه نه ٿي.'

'هوءَ پاڻ ڪي سمجهي ڇا ٿي؟ شڪل ٿي شيشا ڀڃيس!'

هن بيان ۾ 'شڪل ٿي شيشا ڀڃيس!' محاورو آهي جنهن جي اڪري معنيٰ آهي ته 'مُنهن ۾ اهڙو تيج اَٿس، جو اُن جي تابش ڪري شيشا به ٽڙڪيو پون.' جيئن ته هي جملو ڪنهن بدصورت عورت لاءِ يا عام رواجي شڪل شبيهه واريءَ لاءِ چيو ويو آهي، انهيءَ ڪري اِن جملي ڪي پڻ ٽوڪ واري نوع ۾ ڇيل ليکبو. انهيءَ ڪري ان جو اشارتي مطلب ڪڍبو ته 'هوءَ سندر نه آهي.'

اِنهن مثالن مان ظاهر آهي ته حاصل مطلب ئي هر هڪ محاوري جي

جان آهي. ٻوليءَ کي اثردار ۽ زور ڀريو بڻائڻ لاءِ محاورا رام- ٻاڻ جهڙو ڪم ڪن ٿا. حاصل مطلب جو آڌار ڏسيندڙ يا اشارتي طاقت آهي، جيڪا سموري محاوري کي هڪ ايڪي طور کڻڻ سان نئي معنيٰ ڏيڻ جو ڪم ڪري ٿي. بيان ۾ اسان کي محاوري جي ڪهڙي معنيٰ گهرجي، اِنهيءَ جو مدار وري سموري بيان جي حوالي ۾ ئي اسان کي جاچڻو پوي ٿو. مثال طور، ڪنهن وڇڙيل دوست سان گهڻي وقت بعد اچانڪ ملاقات ٿيڻ تي جيڪڏهن اسين ڪيس چئون، "توکي ڏسي اڄ منهنجي دل بهار بهار ٿي ويئي."، تہ اِتي انهيءَ جو مطلب آهي تہ توکي ڏسي اڄ مونکي تمام گهڻي خوشي ٿي آهي. پر اِهو ساڳيوئي محاورو جيڪڏهن اسين 'برائي چاهيندڙ ڪنهن ڪميڻي اِنسان لاءِ، آواز جي لهجي ۾ ٿورو فرق آڻيندي چئون تہ اُنهيءَ جو مطلب بلڪل ابتڙ ٿي ويندو. اِن طرح ڳالهائڻ جي لهجي ۾ سُر جي لهرن ۾ تبديل آڻڻ سان پڻ مطلب بدلجي ويندو آهي. سُر جي اهڙي لاهہ- چاڙهہ کي سنسڪرت جي ودوانن 'ڪاڪو' سڏيو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ اشارتي طاقت گهربل مطلب يعني تاتپرج طرف اِشارو ڪندي آهي.

## محاورو ۽ النڪار (رنگين زباني)

'النڪار' جي لفظ جي اکري معنيٰ آهي، "سونهن وڌائيندڙ يا سهڻو بڻائيندڙ." ان جو ٻيو مطلب آهي 'زيور، ڳهڻا'. جيڪي پائڻ سان اِنسان جي سونهن وڌائين ٿا. اِن ڪري انهن کي پڻ النڪار سڏيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ انهن کي 'رنگين زباني' ۽ انگريزيءَ ۾ Figures of speach چون ٿا. رواجي، سنڌي سنواتي ٻوليءَ کي ڇڏي، اظهار جو جيڪو نرالو يا غير رواجي طريقو اپنايو ويجي ٿو، تنهن کي عالمن 'رنگين زباني' سڏيو آهي. انهيءَ جو مقصد هوندو آهي، اظهار کي پُر اثر ۽ زوردار بڻائڻ. محاورن جو مقصد پڻ ساڳيو ئي آهي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ ٻوليءَ ۾ مروج رنگين زبانيءَ جا اهي استعمال جيڪي جملي جو جزو بڻجي ڪتب اچن ٿا ۽ اکري معنيٰ بدران ٻي معنيٰ ظاهر ڪن ٿا، اُهي ئي النڪارن (رنگين زبان) وارا محاورا آهن. مثال طور:

1- ياراڻي پاڻي ٿيڻ؛
- کير کنڊ ٿيڻ،
- ڇڇڙ ٿي چنبڙڻ،
- چور ٿي لڳڻ،

- ٽپي ٻاهر ٿي وڃڻ،
- ڳڙهه هڻڻ،
- ٻکهلو پڳت هڻڻ،

انهن سيني ۾ استعاري وارا (Metaphor) النڪار آهي.

2- آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ:

- هوا سان ڳالهيون ڪرڻ،
- قوسي آڪاس (آنڪاس) چڙهڻ،

انهن ۾ مبالغي يا وڌاءُ واري رنگين زباني (مبالغي Hyperbole) النڪار آهي.

3- ڪَن جو ڪَچو هئڻ،
ڪاغذ ڪارا ڪرڻ،

- اِنهن محاورن ۾ تجنيس حرفي جي رنگين زباني النڪار، (تجنيس حرفي، Alliteration) آهي.

اِن طرح ٻيا به ڪيترائي النڪار آهن، جيڪي محاورن ۾ سمايل آهن.

## ورجيس تي وڌيڪ ويچار

محاوري وانگر ورجيس پڻ هڪ اهڙو ايڪو آهي، جيڪو جملي جو جزو ٿي ڪتب ايندو آهي. ٻنهي ۾ فرق اِهو آهي ته محاورو اکري معنيٰ بدران ٻي معنيٰ ڏيندو آهي، پر ورجيس پنهنجي اکري معنيٰ ۾ ئي استعمال ٿيندي آهي. ورجيس جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

**1- ٻٽا لفظ**

ڏتو متو، ياڙو يتو، تيوڻ تلهو، چوکر ٻاکر، جوڙجڪ، اَٽ ويهه، لهه چڙهه، اَچ وڃ، پنج ڇهه، ٻه- ٽي، شربت- پربت، پاٽي- ٻاٽي.

**2- ٻيٽ ڏيکاريندڙ لفظي ميڙ (Phrases)**

جيڪي ٻوليءَ ۾ مشهور ٿي چڪا آهن:

اڇو جهڙو کير؛ ٿڌو جهڙو برف؛ منو جهڙو ماکي، ڪارو جهڙو ڪوئلو. شينهن وانگر بهادر؛ جبل جيان اڏول. ائين پڳو جيئن ڪاريءَ هيٺان ڪانءَ؛ ايما (تشبيهي) اهڙو ڪيچي جهڙي ينت. سانڊي وانگر رنگ بدلائڻ، چتي ڪتي وارا چڪ پائڻ، چاڪيءَ

جي ڏاند وانگر ڦرندو رهڻ؛ ڍڳي وانگر وهڻ.
(اِنهن سيني ۾ اپما النڪار آهي. اُپما = تشبيھ = Simile)

### 3- جانورن، پکين جا آواز ڄاڻائيندڙ لفظ

گڏھ جي هينگ؛ گهوڙي جي هڻڪار؛ تِتر جي تنوار؛ ٻليءَ جي ميائون ميائون، ڪڪڙ جي ڪڪڙوں ڪو يا ٻانگ؛ ڪتي جو ڀونڪ، ڪانءَ جي ڪان ڪان.

### 4- اڳياڙين ۽ پڇاڙين وسيلي جڙيل مرتب لفظ

هر روز يا روز روز ('هر ڏينهن' مروج نہ ليکبو)؛
غير ضروري (بي ضروري صحيح نہ آهي.)
غير واجب (بي- واجب يا ناواجب ٺيڪ نہ آهي.)
ناجائز (غير جائز يا اڻ جائز چوڻ درست نہ آهي.)
سنجيدگي (سنجيدائي چوڻ ٺيڪ نہ آهي.)
تازگي (تازائي يا تازاڻ چوڻ درست نہ آهي.)
اوسر يا اوير (اِن بدران اوسراڻ يا اويراڻ چوڻ صحيح روپ نہ آهي.)

اِنهن مثالن مان ظاهر آهي تہ ورجيسون ٻوليءَ جي سٽاءَ يا بناوت لاءِ نهايت لازمي آهن. اِنهن جو جيڪڏهن صحيح نموني استعمال نہ ڪبو، تہ ٻولي غلط ليکي ويندي. ٻئي طرف محاورا، ڪهاوتون ۽ چوڻيون ٻوليءَ کي نزاڪت پريو ۽ زوردار بڻائڻ وارا استعمال آهن. اهي جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي لکڻ يا ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ استعمال نٿو ڪري، تہ بہ هو اثرائتي نموني پنهنجن جذبن ۽ ويچارن جو اظهار ڪري سگهي ٿو.

ورجيسن کي اردوءَ جي عالمن 'طرزِ- ڪلام، روز مره يا بول چال' سڏيو آهي. مولانا حاليءَ پنهنجي ڪتاب 'مقدمہ شعر و شاعري' ۾ روز مرھ ۽ محاوري جي وچ ۾ فرق سمجهائيندي نهايت ئي موزون تشبيھ پيش ڪئي آهي. هو لکي ٿو تہ، "محاوري جو جيڪڏهن سهڻي نموني شعر ۾ استعمال ڪجي تہ اهو هڪ پست شعر کي بلند ۽ بلند کي بلند تر ڪري ڇڏي ٿو. پر هرهڪ شعر ۾ محاوري جو استعمال ڪرڻ ضروري نہ آهي. اِهو ممڪن آهي تہ شعرِ محاوري کانسواءِ پڻ فصاحت ۽ بلاغت جي اعليٰ درجي تي پهچي سگهي ٿو. حقيقت ۾ تہ محاوري کي ڪنهن شعر ۾ ائين سمجهڻ گهرجي،

جيئن انسان جي بدن ۾ ڪو خوبصورت عضوو يا انگ هجي. ٻئي طرف، روز مرره ڪي ائين سمجهڻ گهرجي، جيئن انسان جي بدن ۾ جدا جدا انگن جي صحيح ۽ سڊول بناوت هجي. جيڪڏهن ڪنهن اِنسان جي بدن ۾ هڪ ٻانهن ننڍي هجي ته هڪ وڏي، منهن جي بيهڪ جي حساب ڪان چپ ٿلها هجن، نڪ ٻاهر نڪتل هجي يا ڪاڏي اندر تي پيئل هجي، ٽنگون ڏنگيون- ڦڏيون هجن ۽ پير هڪ ٻئي طرف مڙيل هجن ته اِن حالت ۾ اُنهيءَ شخص جو روپ رنگ ۽ جسم جي بيهڪ بلڪل بدزيبي ۽ اٿوٽندڙ تي پوندي. پوءِ هو ڀلي ڪري ڪيترو به هار سينگار ڇو نه ڪري، ته به ڪيس ڪوبه سهڻو نه ليکيندو. ساڳيءَ طرح، شعر جي ٻوليءَ ۾ جيڪڏهن روز مرره يا ٻول چال جي پابندي نه رکي ويئي آهي، پوءِ ڀلي انهيءَ ۾ ڪيترائي ٻهاڪا، محاورا ۽ النڪار، وغيره ڇو نه استعمال ڪيا وڃن، ته به ان شعر کي ڪير به سهڻو نه سڏيندو."

روز مره جي پابنديءَ جا ٻه- ٽي مثال مولانا حاليءَ ڏنا آهن:

1- 'ڪلڪتي سے پشاور تک سات آٺ ڪوس پر ايک پختا سرايہ اور ايک ڪوس پر مينار بنا هئا ٿا' .

هيءَ جملي اردو زبان جي ٻول چال مطابق ٺيڪ نه آهي. اِنهيءَ بدران هن ريت چوڻ گهرجي:

ڪلتي سے پيشاور تک سات- سات، آٺ- آٺ ڪوس پر ايک ايک پختا سرايہ اور ڪوس ڪوس پر ايک ايک مينار بنا هئا ٿا.

2- اسڪا خط ديڪتي هئں جب سياد،
طوطي هاٿون ڪي اُڙا ڪرتي هئں."

اِنهيءَ شعر ۾ نه ڪا خوبي آهي، نه ڪو مضمون آهي، صرف هڪ محاور استعمال ڪيو ويو آهي، اهو به روز مره جي خلاف آهي، يعني 'اڙي جاتي هئں' جي جاءِ تي ' اُڙا ڪرتي هئں' اٿوڊڙ ۽ اسپاويک استعمال آهي.

اِنهيءَ بحث مان هاڻي صاف ظاهر آهي ته روز مرره يا ٻول چال جي پابندي رکڻ سان ٻولي صحيح ۽ سپاويک بڻجي ٿي. سنڌيءَ ۾ 'چوڪر ٻاڪر' بدران 'ٻاڪر چوڪر' چوڻ، 'اچ- وڃ' بدران 'وڃ- اچ' چوڻ غلط آهن. ساڳيءَ طرح، 'گهوڙي جي هٽڪار' بدران 'گهوڙي جي هينگ، رنڀ يا آواز' چوڻ به غلط آهي. هاڻي ثابت ٿيو ته روز مرره يا ٻول چال يعني ورجيس ٻوليءَ جي بيهڪ جو هڪ لازمي جزو آهي.

# 5
# پهاڪي ۽ محاوري ۾ فرق

پهاڪي ۽ محاوري جي روپ ۽ خاصيتن تي هيستائين جيڪو ويچار ڪيو ويو آهي، انهيءَ مان ظاهر آهي ته پهاڪو ۽ محاورو ٻئي ٻوليءَ جا اهڙا مروج استعمال آهن، جيڪي اڪري معنيٰ بدران ٻوليءَ جي رواج موجب ٻي گهربل معنيٰ ڏيندا آهن. انهن ٻنهي جي استعمال ڪرڻ سان ٻولي دلڪش، نزاڪت ڀري ۽ اثردار بڻجي پوي ٿي. پر ٻنهي جي وچ ۾ ڪيترين ڳالهين ۾ فرق به آهي، جيڪو ٿوري ۾ هيٺ ڄاڻائجي ٿو.

1- پهاڪو هڪ الڳ پورو جملو يا جملن جو ايڪو هوندو آهي، پر محاورو هميشه ڪنهن جملي جو جزو هوندو آهي. جيئن ته،

- "انڌن ۾ ڪاڻو راجا"،
- مينهن پنهنجي ڪارنهن ڏسي ڪانه،ڳانءِ کي چوي ته "هل ڙي پڇ-ڪاري."

اهي پهاڪا آهن. پهرئين پهاڪي ۾ هڪ جملو آهي، ۽ ٻئين پهاڪي ۾ ٽي جملا آهن.

- ساهيڙين جي واتان اها ڳالهه ٻڌي ڪمل پاڻي پاڻي ٿي ويئي.
- سڌو اٽيئي 'ٻکهلو ڀڳت' - ڪانئس خبردار رهجانءِ.

انهن مثالن ۾ "پاڻي پاڻي ٿي ويئي" ۽ "اٽيئي ٻکهلو ڀڳت" اهي محاورا آهن، جيڪي جملي جو هڪ حصو آهن.

2- پهاڪي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻه لفظ هوندا آهن. جيئن ته، "قرض مرض" پر محاورو هڪ لفظ وارو به ٿي سگهي ٿو، جيئن ته، ڪنهن ڇوڪر کي چئجي، "گڏهه! هيڏانهن ڏيان ڏي" ته هن جملي ۾ گڏهه (بيوقوف، ڪم عقل) لفظ محاورو آهي، جيڪو اڪري معنيٰ بدران ٻيءَ معنيٰ ۾ ڪتب

آيو آهي. ساڳيءَ طرح " هو ريشما تي مئو، تہ اگر تگر مٽس لٽائي ڇڏيائين!" انهيءَ مثال ۾ "مرڻ" فعل جو مطلب آهي." فدا ٿيڻ، موهت ٿيڻ"، ان ڪري اهو بہ محاوريدار استعمال آهي.

3- پهاڪو نثري جملي، گفتگوءَ، سوال جواب، بيت وغيره جي صورت ۾ ٿي سگهي ٿو، پر محاورو پنهنجي اصلي روپ ۾ گهٽو ڪري مصدر ۾ ختم ٿيندو آهي، جيئن تہ،

**پهاڪا:**

— ڄڻيءَ ست پسايو، واڻئي وڏيس وٽي،
— ڄڻيءَ ليکي واڻيو مُنو، واڻئي ليکي ڄڻي،
— مُني سائي ڄڻي، مُني سائي ڄڻي.
— پيءُ سندس پيهون ڪٽيون، ڏاڏي سندس ڏاٽا،
— اڳي پڇيائون ٿي ذات پات، هاڻي پڇن ٿا ناٽا.
— ڪڏا" ڇي، "ڄڃ‎ءَ سڏا"

پر" وات ۾ مڱ پوڻ"، "ٻانهون ڊگهيون هئڻ" محاورا آهن، جيڪي جملي ۾ ڪتب اچڻ کان اڳ پنهنجي اصلوڪي روپ ۾مصدر ۾ ختم ٿين ٿا.

4- بيان ۾ پهاڪو ڪنهن ڳالهہ جي پٺيرائيءَ يا ڪنڊن ڪرڻ لاءِ هڪ مثال وانگر جدا ايڪي جي روپ ۾ استعمال ٿيندو آهي. ٻئي طرف، محاورو جملي جي بيهڪ ۾ جدا جدا روپن ۾ ڪتب ايندو آهي.

**پهاڪو:** انگريز هندستان ۾ آيا واپاري ٿيجي، پر هندستانين جي ڦوٽ جو فائدو وٺي، هتي حاڪم ٿي ويٺا. "آئي ٽانڊي کي بورچاٽي ٿي ويٺي."

**محاورو:** پيٽ تي لت ڏيڻ (روزگار کسڻ، ڪمائي کسڻ) جڏهن ڪنهن جملي ۾ استعمال ڪبو تہ اهو جدا جدا روپ اختيار ڪري سگهي ٿو. مثلاً: پيٽ تي لت ڏنائينس. هن جي پيٽ تي لت نہ ڏي. هو تنهنجي پيٽ تي لت ڏيندو، ڪنهن غريب جي پيٽ تي اوهين لت ڇو ٿا ڏيو؟

5- پهاڪا، بيان ۾ ڪتب نہ اچڻ تي بہ پنهنجي ليکي پوريءَ معنيٰ جو اظهار ڪندا آهن، ٻئي طرف محاورا گهڻو ڪري بيان ۾ استعمال ٿيڻ بعد پنهنجي گهربل معنيٰ ظاهر ڪندا آهن، جيئن تہ گڏهہ(بيوقوف مورک)، مرڻ (فدا ٿيڻ، موهت ٿيڻ)، وغيره جڏهن بيان ۾ ڪتب آڻبا، تڏهن انهيءَ

جي حوالي مان ٻڌائي سگهبو تہ اهي لفظ اکري معنيٰ ۾ آهن يا انهن جي اصطلاحي معنيٰ گهربل آهي.

6- پهاڪا گهڻو ڪري سياڻپ جا سخن ۽ نصيحت ڀريا نُڪتا آهن، جيڪي انسان جي زندگيءَ ۾ رهنمائي ڪن ٿا. ٻئي طرف، محاورا فقط ڪنهن ڪم جي هئڻ، ٿيڻ، وغيره جو نرالي ۽ اثردار نموني بيان ڪن ٿا. انهن جو گهڻو واسطو ٻوليءَ جي سهڻيءَ عبارت سان آهي.

# 6

# پهاڪن جو جنم ۽ ارتقا

## پهاڪن جو جنم

ٻوليءَ جي وسيع آسمان ۾ پهاڪا، نکٽن ۽ گرهن جيان، سوين سالن کان پنهنجي ٻَرَ ڦهلائي، پنهنجي نرالي ۽ انوکي هستي قائم رکندا آيا آهن. اُنهن جُو جنم داتا ڪير هئو، اهي ڪڏهن وجود ۾ آيا، اهڙن سوالن جو تز جواب ڏيڻ اَڪثر ممڪن نہ آهي، پر ڪجھہ پهاڪا اهڙا بہ آهن، جيڪي اصل ۾ڪنهن چاتل سڃاتل شاعر جي شعر جون تڪون آهن يا ڪنهن سياڻي جا سخن آهن.جيئن تہ، شاهہ لطيف جي بيتن جون هيٺيون سٽون، جيڪي پهاڪا ٿيجي چڪيون آهن:

– ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين.
– ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري.

هائو، آهڙن پهاڪن ڪي جنم ڏيندڙ بابت اسين خاطريءَ سان چاڻ ڏيئي سگهون ٿا، پر انهيءَ قسم جي پهاڪن جو تعداد تمام گهٽ آهي. انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ هرهڪ پهاڪو اَصل ۾ ڪنهن هڪ شخص جي تجربي ۽ جذبات جو اِظهار آهي. ڪنهن سياڻي روزاني زندگيءَ جي وهنوار ۾ جيڪو محسوس ڪيو. اهو اَچانڪ سياويڪ نموني سندس واتان ڪنهن سخن جي صورت ۾ ڦٽي نڪتو. اُنهيءَ جي اظهار جو طريقو اهڙو تہ دلڪش هئو ۽ منجهس سمايل ويچار ايترا تہ دل کي ڇهندڙ هئا، جو ٻڌندڙن جي دل ۽ دماغ تي ڇانئجي ويا. ان ڪري هنن هڪدم ان سخن کي اپنائي ڇڏيو. پوءِ هو پڻ وهنواري زندگيءَ ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ مهل ان سخن جو جيئن جو تيئن استعمال ڪرڻ لڳا. اهڙيءَ طرح ڪنهن هڪ جو چيل سخن يا ٻول هڪ

ٻولي ڳالهائيندڙ سماج جي لوڪن جو سخن ٻڌجي ويو، جنهن کي پهاڪو يا چوٽي سڏيو ويو.

هتي انهي ڳالهه جو ڌيان رکڻ گهرجي تہ ڪنهن سياڻي شخص يا مُفڪر، اڪيلائيءَ ۾ ويهي سوچ ويچار ڪري پهاڪن کي جنم نہ ڏنو آهي. نڪو ڪنهن ٻولي ڳالهائيندڙ سماج پنچات ڪوٺائي، ڪن رج مڙسن کي ويهاري، ڪانئن پهاڪا جوڙايا آهن، ۽ پوءِ اُنهن جو عوام ۾ پرچار ڪيو آهي. پهاڪا تہ جيون جي حقيقتن جي پيدائش آهن. اُنهن جا رچيندڙ اُهي شخص آهن، جن زندگيءَ جي سچاين کي پرکيو آهي ۽ خود محسوس ڪيو آهي. پرواهہ نہ آهي جيڪڏهن هنن دستوري طور اعليٰ تعليم حاصل نہ ڪئي آهي، روزاني وهنواري جيوت ئي سندن سوچ جي حاصلات جو مکيہ وسيلو آهي. ان طرح حاصل ڪيل سمجهہ ۽ شخصي آزمودن کي سموهي، هنن ننڍڙن نڪتن ۽ سخنن جي روپ ۾ ظاهر ڪيو آهي، جيڪي وقت گذرندي پهاڪن جو پد حاصل ڪري چُڪا آهن، پهاڪن جا رچيندڙ تہ هليا ٿا وڃن، پر سندن چيل سخن امر ٿي ٿا وڃن. اُهي پيڙهيءَ در پيڙهيءَ، هڪ کان ٻئي کي ورثي ۾ ملندا پيا اچن. ڪجهہ مثال ڏسو:

1. ڪنهن شخص کي جڳهہ جوڙائڻ لاءِ پيسن جي سخت ضرورت هئي، کيس اُميد هئي تہ سيٺ ڏنراجمل کان ڪجهہ رقم اُڌاري وٺندس، تہ هو انڪار نہ ڪندو. اهو سوچي هن سيٺ وٽ وڃي کيس عرض ڪيو. سيٺ کيس گهربل رقم قرض طور تہ ڏني، پر ان لاءِ پنڌ بہ ڏاڍا ڪرايائينس. متان وري حرف بہ پتيائينس. انهيءَ تي هن شخص کي هڪ نظارو ياد اچي ويو، جنهن ۾ ڏٺو هئائين تہ ڪنهن ٻڪرار ٻڪريءَ کي ڀِئي ڏڌو، کيس ٻڪريءَ کير تہ ڀئي ڏنو، پر اُن سان گڏ ڦولهڙيون بہ ڀئي ڪيرايائين. ٻڪرار ويچاري کير ڏهندي، سانده اِها بہ خبرداري ڀئي ڪئي، تہ متان ڦولهڙيون کير جي ٿانءَ ۾ نہ ڪرن. انهيءَ تي هن شخص محسوس ڪيو تہ سيٺ صاحب مدد تہ برابر ڪئي، پر ان لاءِ رلايائين تمام گهڻو. سندس هلت پڻ اُن ٻڪريءَ وانگر هئي، جنهن کيرڏيڻ سان گڏوگڏ ڦولهڙيون ڀئي ڪيرايون، ان تي هن جي واتان اُمالڪ نڪري ويو، "ٻڪري کير ڏئي ڦولهڙين گاڏڙ." اهو گفتو جن ٻڌو، تن کي بہ ڳالهہ دل سان لڳي آئي، پوءِ ضرورت پوڻ تي وهنواري زندگيءَ ۾ ٻڌندڙ

. ٻه اهو سخن اهڙين حالتن ۾ استعمال ڪرڻ لڳا.

2. مينهن ۽ ڳئون ٻئي پالتو جانور آهن، جن کي سيني ڏٺو آهي، اِها ٻه اسان کي ڄاڻ آهي ته مينهن جو رنگ ڪارو هوندو آهي. ٻئي طرف، ڳئون جو رنگ ڇاهي اڇو، ڀورو يا چٽڪمرو هجي، پر سنڌس ڀچ جا وار ضرور ڪارا هوندا آهن، هر هڪ انسان انهن حقيقتن کي پرکيو آهي، جڏهن ڪو سياڻو ۽ ويچاروان شخص ڏسي ٿو ته ڪو عين - هاڻو ماڻهو، ڪنهن ٻئي جي معمولي غلطيءَ يا ڀل تي ڪيس ٺوڪي ٿو ۽ سندس عيب - جوئي ڪري ٿو، تڏهن هن جي من جي پردي تي مينهن ۽ ڳئون جو چٽ اُڀري اچي ٿو. هو محسوس ٿو ڪري ته عين سان ڀريل ماڻهو جيڪو مينهن مثل سڄو ڪارو آهي، اهو ويچاريءَ ڳئون جي صرف ڪاري ڀچ وانگر ٻئي جي رواجي غلطيءَ تي ڪيس ڇينيي رهيو آهي. انهيءَ تي سندس اهو احساس لفظن جو جامو پائي، اچانڪ هن ريت ظاهر ٿي پوي ٿو ته، ”مينهن پنهنجي ڪارنهن ڏسي ڪان، ڳئون کي چوي ته هل ڙي ڀچ ڪاري.“ هيءَ سخن جيڪو ڪنهن هڪ سياڻي جي واتان نڪتو آهي، اهو ٻڌندڙن جي دلين کي ڇڪي ٿو وڃي، پوءِ هو ٻه روزاني زندگيءَ ۾ ساڳي حالت پيدا ٿيڻ تي، ساڳئي حوالي ۾ انهيءَ سخن جو هوبهو استعمال ڪرڻ ٿا لڳن. ان طرح اهو گفتو لوڪ جو گفتو بڻجي پهاڪي جو پد حاصل ڪري ٿو وڃي.

انهن مثالن مان ظاهر آهي، ته ڇاهي پهاڪن جي جنم- داتا جي باري ۾ اسان کي ڄاڻ نه هجي، پر انهن جو سرجڻ سماج ۾ ڪنهن سياڻي جي شخصي آزمودي وسيلي ٿيو آهي.

## پهاڪن جي جنم جا مکيه ڪارڻ

پهاڪن جي جنم جا مکيه ڪارڻ يا آڌار (سرچشما) هن ريت آهن:

### 1. لوڪ ڪٿائون

**الف:** هر هڪ ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا پهاڪا ملن ٿا، جن جو لاڳاپو لوڪ ڪٿائن سان هوندو آهي، سنڌي ساهت ۾ دودو- چنيسر، عمر -مارئي، ليلا- چنيسر، سسئي - پنهون، سهڻي - ميهار، مومل -راڻو، وغيره عوام ۾ مشهور لوڪ ڪٿائون آهن، جن ڪيترن سنڌي پهاڪن کي جنم ڏنو آهي. جيئن ته،

”دودو ڏوڙ چنيسر ڇائي، هن جي ڪسر هن ۾ آئي“

يا

”ويئيءَ وهاٽيءَ دودي ناناٽا آيا“

پهاڪن جو بنياد دودي- چنيسر جو مشهور قصو آهي. ڀونگر سومري جي مري وڃڻ بعد، جڏهن اَميرن اُمرائن ڀونگر جي ننڍي پٽ دودي کي پڳ ٻڌائي، تڏهن وڏو پٽ چنيسر اها ڳالهه سهي نه سگهيو. هو دهليءَ جي بادشاهه علاءُ الدين وٽ دانهين ويو، جنهن چنيسر جي واهر لاءِ وڏو ڪٽڪ سنڌ تي چاڙهي موڪليو. سخت جنگيون لڳيون، جنهن ۾ گهڻيئي سومرا سردار ۽ سنڌن ساٿي مارجي ويا. چنيسر ۽ دودو ٻئي ڀائر پڻ اِنهن چڪرين ۾ شهيد ٿي ويا. نتيجو اِهو نڪتو، جو نه چنيسر کي راڄ مليو ۽ نه وري دودي جي حڪومت هلي. ٻئي طرف، سنڌ جي عام ماڻهن کي به اِنهن جنگين ڪري گهڻيون تڪليفون سهڻيون پيون. اِها حالت ڏسي ڪنهن سگهڙ چيو ته ”دود ڏوڙ چنيسر ڇائي“ (يعني) سنڌ ملڪ کي ڀڙيانگ ڪرڻ لاءِ ٻئي ساڳيءَ طرح جوابدار هئا.

لڙائي ختم ٿي وڃڻ کان گهڻو عرصو پوءِ، دودي جي ناناٽي پهر ڪي ڪا اِنهيءَ جنگ جي سُڌ پيئي ته ناناٽا مائٽ دودي جي مدد لاءِ لشڪر وٺي اچي اُتي پهتا. ڏٺائون ته کيل ختم ٿي چڪو آهي. اِن تي ڪنهن چارڻ چيو، ”ويئي وهاٽيءَ دودي ناناٽا آيا.“

آجان اُٺ ڪلين سسئي

(مطلب ته سسئي پيرين پنڌ جو پنهون کي ڳولهڻ لاءِ ڀنڀور مان نڪتي آهي، سو پيدل ڪيچ مڪران تائين پهچڻ نهايت مشڪل اٿس. اجا اُٺن تي چڙهي هوءَ سفر طئه ڪري، ته پنهنجيءَ منزل تي پهچي سگهي ٿي):

- منهنجو وس واڪا ڪرڻ، ٻڌڻ ڪم ٻروچ جو؛
- ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کهڙا پرين؟
- ڀنڀوران جي ڀڳيون، سي چٽيون
- اِنهن پهاڪن جو بنياد سسئي- پنهونءَ جو مشهور قصو آهي.

ب: ٻارن لاءِ وندرائيندڙ نصحيت آميز آکاڻيون پڻ ڪن پهاڪن جو بنياد آهن. جيئن ته،

گدڙ ڊاک نه پڄي، آکي ٿو ڪٽا

پهاڪي جو بنياد انهيءَ مشهور آکاڻيءَ تي آهي، جنهن ۾ هڪ گدڙ ڪنهن منهن تي وڻين ۾ ڊاک جا ڇُڳا ڏٺا ته هن جو وات پاڻي پاڻي ٿي ويو. هن ڊاک کائڻ لاءِ گهڻيئي ٽپا ڏنا، پر وڻين تائين پهچي نه سگهيو. آخر ٿڪجي ساٽو ٿي پيو ۽ پوءِ چوڻ لڳو ته مون کي اها ڊاک نه کپي، ڇاڪاڻ ته اها کٽي آهي.

"اُها ڪڪڙ ئي مري ويئي، جا سونا آنا ڏيندي هئي"

پهاڪي جو بنياد ان لالچي مائيءَ جي آکاڻي آهي، جنهن کي سندس ڪڪڙ هر روز سونو آنو ڏيندي هئي. هڪ ڏينهن مائيءَ لالچ وس ٿي ويچار ڪيو، ته ڇو نه اِنهيءَ ڪڪڙ کي ماري سڀ آنا هڪ ئي وقت حاصل ڪريان. اِنهيءَ تي هن ڪاتي کڻي ڪڪڙ کي ماري ڇڏيو ۽ سندس پيٽ چيري ڏٺائين، ته منجهانئس هڪ به آنو نه نڪتو. اِنهيءَ تي هوءَ زار زار روئي پڇتائڻ لڳي ته مون ناحق پنهنجيءَ ڪڪڙ کي ماريو. هر روز جيڪو هڪ سونو آنو ملندو هئو، اهو به وڃائي ڇڏيم.

ب: ڪي پهاڪا اهڙا آهن، جن جو بنياد سمجهائڻ لاءِ موزون آکاڻين جي ڪلپنا ڪئي ويئي آهي. اِها ڳالهه به ممڪن آهي ته اصل ۾ انهيءَ پهاڪي جو بنياد ڪا ٻي آکاڻي هجي. مثال طور، "پريءَ ٻيڙيءَ ۾ واڻيو ڳورو" پهاڪي جو بنياد ڀيرو مل مهر چند هڪ طرح سمجهايو آهي ته عبدالڪريم سنديلي ٻيءَ آکاڻيءَ ذريعي سمجهايو آهي. ڀيرومل مهرچند 'پهاڪن جي پيڙهه' ڪتاب ۾ هن ريت آکاڻي ڏني آهي:

"ڪنهن ٽڙ تي ڪي مسافر پتڻ لنگهڻ لاءِ منتظر وينا هئا. جو ٻيڙيءَ پرينءَ ڀر هئي. جڏهن ٻيڙي پراران آئي، تڏهن سيئي پنهنجا ٽپڙ کڻي ٻيڙيءَ ۾ ڪاهي پيا. پاڻيءَ ڇين ته سيئي ماڻهو هيڪاندا چاڙهي ڪين سگهندس. تنهن ڪري هڪڙو به توهان مان لهي. ٻيا پتڻ لانگهائو سڀ مسلمان هئا. باقي هڪڙو واڻيو هو ۽ هن سان بوجو به ٻين کان گهٽو هو. تنهن ڪري سيني اچي مٿس زور رکيو ته تون لههُ. تنهن تي واڻئي ائين چيو. جڏهن ڪنهن پاتاريءَ مان ڪنهن کي ڪنهن سبب آتاري ڪيندا آهن، تڏهن ائين چئبو آهي. اِنهيءَ معنيٰ سان ته هن کهڙو بارُ ڏنو آتو، جو لوڏيوس تا."

عبدالڪريم سنديلي پنهنجي ڪتاب 'پهاڪن جي پاڙ' ۾ انهيءَ پهاڪي جي آڌار واري آکاڻي هن ريت ڏني آهي:

”پري پيڙيءَ ۾ واڻيو ڳورو“ يعني غريب جو واهي الله. اڳي درياهه تي گهڻو ڪري ٻيڙيون ڪونه هونديون هيون، جنهن ڪري واپار ۽ ماڻهن جي اچ وڃ، پيڙين تي ٿيندي هئي. هيئنر به درياهه تي اهڙا ڪيترائي پتڻ آهن، جن تان پيڙيون اچن وڃن ٿيون.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي پيڙي، اجا ڪناري ڪان ٿورو اڳيرو مس هلي ته پيڙيءَ ٻڏڻ جو انديشو نظر آيو. ناکئي چيو ته، ”ڪجهه ماڻهو لهن، ورنه پيڙي، درياءَ داخل ٿيندي.“ هر ڪنهن ائين پئي چيو ته، ”مان نه لهان.“ پلا لهي سو لهي ڪيرا آخر اِنهيءَ ڳالهه تي متفق ٿيا ته سڀ ماڻهو صف ٻڌي بيهن، جنهن جو به نائون نمبر اچي، سو پيڙيءَ مان لهي. ڳڻپ شروع ٿي. پهريون نائون نمبر، خير سان، واڻيو آيو. ٻيو (ٻيهر) نائون نمبر به واڻيو آيو. ٽيون (ٽيهر) نائون نمبر به واڻيو آيو. مطلب ته، ائين ڪرڻ سان پنجويهه ماڻهو لهي بيٺا، جي سڀ ئي واڻيا هئا. واڻين جي اهڙيءَ رحم جوڳيءَ حالت ڪي ڏسي، ڪنهن ائين چيو.“

## 2. تواريخي شخصيتون، واقعا ۽ حالتون

ڪن پهاڪن جو بنياد تواريخي شخصيتون، واقعا ۽ حالتون هونديون آهن. مثال طور،

**الف: آيا مير ڀڳا پير**

(جڏهن ڏاڍا اچن، تڏهن هيٺا بيهي نه سگهن).

اِنهي پهاڪي جو بنياد عبدالڪريم سنديلي هن ريت سمجهايو آهي: ”سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبي 1701ع کان 1782ع تائين هلي. ڪلهوڙن کي ’ميان‘ ۽ ’پير‘ به ڪري سڏيندا هئا. ڇاڪاڻ ته ڪين ڪيترائي مريد هئا. اجا تائين پير ميان شاهل محمد عباسي (قنبر تعلقه- ضلع لاڙڪاڻه) ۽ پير ميان الياس عباسي (تعلقه ڏوڪري- ضلع لاڙڪاڻه) جي مقبرن تي سوين سائل ڍرندا رهن ٿا ۽ پنهنجون باسون باسيندا رهن ٿا.

جڏهن ڪلهوڙن جي حڪومت ڪمزور ٿي، تڏهن مير حاڪم ٿيا ۽ پير (ڪلهوڙا) ڀڄي، ميدان ڇڏي ويا.“ (پهاڪن جي پاڙ، ص 10)

هيءَ پهاڪو هندي- اردو ٻولين ۾ به مشهور آهي، پر اِنهن ٻولين ۾ هن پهاڪي جو بنياد فتلن هن ريت سمجهايو آهي.“

امروهي ۾ شيخ سدو يا ميران جي نالي هڪ شخص رهندو هو. ڪيس هڪ

ڏينهن پنيءَ ۾ هڪ ڏيئو هٿ آيو، جنهن ۾ چار وٽيون جلنديون هيون. هو ڏيئو گهر کڻي آيو ۽ چارئي وٽيون ٻاريائين ته سندس سامهون چار جن اچي حاضر ٿيا. ان تي هن ڏيئو وسائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اهو ڪونه وسائو ۽ جن به اٿيئي بيٺا هئا. هنن شيخ کي چيو ته اسان کي ڪو ڪم ڏس. شيخ هئو بدچلن، تنهن جنن کي حڪم ڏنو ته هڪ خوبصورت عورت وٺي آچو. جنن هڪدم حڪم جي تعميل ڪئي، شيخ جي سامهون هڪ نازنين ظاهر ٿي بيٺي، جنهن کي ڏسي هو مٽس آڪن چڪن ٿي پيو. اِن تي جنن شيخ کي چيو ته جيڪڏهن تو هن عورت سان بدسلوڪي ڪئي، ته اسين توکي ماري ڇڏينداسين. هڪ ڏينهن شيخ پاڻ کي قابوءَ ۾ رکي نه سگهيو ۽ ان نازنين سان ڇيڙڇاڙ ڪيائين. اِن تي جنن ڪيس هڪدم ماري ڇڏيو. مرڻ بعد شيخ ماڻهن ۾ اچي واسو ڪندو هئو ۽ کين ستائيندو هئو. هن جي اڳيان پيا پير فقير به بيهي نه سگهندا هئا. شيخ سدو ميرانجي وڏو پير ٿيجي پيو. اڄ تائين سندس درگاهه امروهي ۾ آهي، جتي گهڻيئي سوالي زيارت ڪرڻ ويندا آهن. (ڏسو هندستاني ڪهاوت ڪوش، نئشنل بوڪ ٽرسٽ، نئين دهلي 1968، صفحو 34).

”ڪنن جي ڳالهين مير بجار ماريو“ (مطلب ته ڪنن جي سس پس يا لِڪ ڇپ جي ڳالهين ڪرڻ مان خراب نتيجا نڪرن ٿا).

هن پهاڪي جو بنياد هڪ تواريخي واردات آهي، جنهن جو ذڪر سنڌ جي تواريخ ۾ ملي ٿو. عبدالڪريم سنديلي اِنهيءَ واقعي کي ٿوري ۾ هن ريت بيان ڪيو آهي:

”جڏهن مير بجارخان، 1190هه مطابق 1777ع ۾، حج تان واپس وريو، تڏهن چار هزار بلوچ ۽ ٻي قوم، ڪيس مجبور ڪيو ته ميان غلام نبيءَ سان جنگ ڪجي، ڇاڪاڻ ته هن، مير بجار خان جي پيءُ مير بهرام خان کي ماريو هو. آخر عمر ڪوٽ پرسان جنگ لڳي، جنهن ۾، ميان غلام نبي مارجي ويو ۽ سندس لاش، حيدرآباد آندو ويو. مير بجار، سنڌ جي حڪومت پاڻ قبول نه ڪئي ۽ ان ميان غلام نبيءَ جي ڀاءُ، ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي حاڪم ڪيو.“

هينئر ميان عبدالنبيءَ کي، مير بجار خان کان هر وقت خوف رهندو هو ته مباده وجهه وٺي، ڪيس مارائي، ڇاڪاڻ ته مير بجار خان، وزير هو ۽ صحيح معنيٰ ۾، حڪومت جو چرخو ئي پاڻ هلائيندو هو ۽ ميان عبدالنبي نالي ماتر حاڪم هو. تنهن ڪري ميان صاحب کي اِهائي آندمانڌ هئي ته ڪنهن پر، مير بجار جو انت آڻجي. آخر جوڌپور جي مهاراجا بجيه سنگ کي، عمر ڪوٽ ڏيڻ

جو وعدو ڪري، مير بجار خان جي قتل ڪرائڻ تي آماده ڪيو.

مهاراجا بجيــه سنگ، ٻــه راٺوڙ- هرنات سنگ ۽ موڪم سنگ خط سان، ميان عبدالنبيءَ ڏي، جوڌپور مان وڪيل بڻائي، خدا آباد روانيا ڪيا. مصنف 'تاريخ سنڌ' لکي ٿو تــه، 'ٻن راٺوڙن سان، ٻيا ٻــه ڪي ماڻهو هئا. اهي ڪيترائي ڀيرا، ميان صاحب ۽ مير بجار سان، الڳ الڳ مليا. هڪ دفعي، انهن مير کي عرض ڪيو تــه اسان جي مهاراجا کي اِجهو هينئر خط آيو آهي. اُن ۾ اهڙيون ڳالهيون لکيل آهن، جي اوهان کي اڪيلائيءَ ۾ ئي ٻڌائي سگهبيون. خط ۾ لکيل آهي تــه، ميان عبدالنبيءَ اوهان جي خلاف ڪيئي خط مهاراجا کي لکيا آهن. مهاراجا جو خط هنديءَ ۾ آهي. جيئن تــه اوهان مان ڪوبــه هندي ڪونــه ڄاڻندو آهي، تنهن ڪري اِجازت ملي تــه اسان ئي خلاصگيءَ ۾ خط پيش ڪريون. ميان صاحب سيني کي ٻاهر ڪڍيو ۽ فقط هڪ ملازم ايسر کي پاڻ وٽ رکيائين... هڪ وڪيل، مير جي پرسان اچي خط پڙهڻ لڳو. پڙهندي پڙهندي، دوکيبازيءَ ڪان چيائين تــه هي لفظ منهنجي سمجهــه ۾ نٿا اچن. ائين چئي، جهٽ ٻئي کي گهرائي ورتائين. اهڙيءَ طرح، انهن ٻنهي، مير کي خط پڙهڻ ۾ رڌل رکي، اوچتو ئي اوچتو مٿس تلوارن جا وار شروع ڪري ڏنا. جيتوڻيڪ مير صاحب زخمي ٿي چڪو هو، تــه بــه اڪيلي سر، ٻنهي قاتلن کي ماري وڌائين." مير بجار خان جي شهادت جو سال تواريخ ۾ 1194هجري = 1780ع ڏنو ويو آهي.

"پارسي گهوڙي چاڙهسي"

۽

"پڙهي پارسي، وڪڻي ڪڙتيل، ڏسو هي قسمت جو کيل"

اِهي چوڻيون سورهين عيسوي صديءَ کان وٺي سنڌ ۾ سن 1843ع ۾ انگريزن جي حڪومت برپا ٿيڻ واري عرصي تائين، تعليم ۽ ادب جي ميدان ۾ پارسي ٻوليءَ جي اوج طرف اِشارو ڪن ٿيون. اِن زماني ۾ پارسيءَ جو ٻول بالا هئو. پارسي دان وڏن سرڪاري عهدن تي مقرر ٿيندا هئا. جيڪڏهن پارسي پڙهڻ بعد پڻ ڪو ماڻهو رواجي ڌنڌي ۾ وڃي پوندو هئو، تــه سندس بدقسمتيءَ تي ٻيا ڏنديون آڱريون ڏيندا هئا.

راجا دلوراءِ هڪ نيم- تاريخي شخصيت آهي، جنهن جو دور ڪن تاريخ نويسن جي راءِ مطابق ٻارهين عيسوي صدي آهي. هن جو واسطو ڪيترن ئي ڏند ڪٿائن سان آهي، جن ۾ سندس ظلم ۽ اتياچار جو چٽ چٽيو

ويو آهي. برهمڻ آباد شهر جي برباد ۽ پڙپانگ ٿيڻ جو سبب پڻ راجا دلوراءِ جو ظُلم ڏيکاريو ويو آهي. ”دلوراءِ جي نگريءَ وانگر ناس ٿي ويندين“ چوڻي بہ اِنهيءَ بنياد تي ٺهي آهي.

دلوراءِ سان واسطو رکندڙ هڪ ٻيو پهاڪو آهي:

”وهڻ مُنڊيو ٿي ناهہ، دلو پڇي نار کي.“

جڏهن ڪو ماڻهو اڻ هونديءَ ڳالهہ جي اُميد رکندو آهي، يا گهر ڪندو آهي، تڏهن هيءُ پهاڪو ڪتب ايندو آهي. ٻيرومل مهرچند پهاڪن جي پيڙهہ ڪتاب ۾ انهيءَ پهاڪي جي بنياد ۾ موجود واقعي جو بيان ڪندي لکيو آهي: ”

دلوراءِ جنهن جي نگري ناس ٿي ويئي، تنهن هڪ لڱا ٻڌو تہ هڪ حسين عورت ٻيڙيءَ ۾ چڙهي پيئي وڃي. هن يڪدم پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڪيو تہ اها عورت وٺي اچو. عورت کي جڏهن اها خبر پيئي، تڏهن هن ڏاڻيءَ کي سوال ڪيو تہ مون کي دلوراءِ کان بچاءِ. ڏاڻي جي قدرت، جو جهٽ درياهہ ور ڪائي دلوراءِ جي نگريءَ کان ڪجھ پري وهڻ لڳو. جنهن ڪري دلوراءِ جا ماڻهو هن عورت جي ٻيڙيءَ کي پهچي ڪين سگهيا. ڪجھ مهل کان پوءِ دلوراءِ پنهنجي ماڻهن کان پڇيو تہ هوءَ عورت آئي؟ سندس ماڻهن چيو تہ قبلا خود درياهہ ئي ڪونهي تہ پوءِ عورت وري ڪيئن ايندي؟ اِنهيءَ ڳالهہ تي اِهو پهاڪو چيائون.“ (پهاڪن جي پيڙهہ، ص 57).

### 3. سياڻن جا سخن ۽ نصيحت آميز نڪتا

روزاني وهنوار زندگيءَ ۾ ويچاروان شخصن ۽ سياڻن جيڪو آزمودو حاصل ڪيو، انهيءَ کي هنن پهاڪن ۽ چوڻين جي روپ ۾ ظاهر ڪيو. عوام جي رهنمائيءَ لاءِ هنن نصيحت ڀريا نڪتا بہ چيا. عام جنتا ۾ مشهور شاعرن جي بيتن ۽ سلوڪن جي ڪن سِٽن بہ مشهوري حاصل ڪري پهاڪي جو درجو حاصل ڪيو. اهڙي قسم جا پهاڪا هر هڪ ٻوليءَ ۾ جهجهي تعداد ۾ ملن ٿا. انهن جو واسطو ان لساني سماج جي خاصيتن، رهڻي- ڪهڻيءَ، سڀيتا ۽ ثقافت سان گهڻو هوندو آهي. ان طرح جي سنڌي پهاڪن جا ڪجهہ مثال هن ريت آهن:

- ’ڏک هڻ ڏيءُ کي، تہ سکي نونهن.‘
- ’وت نہ ڪٽي، وت جو ويڻ ڪٽي‘ .

- ’ نهن سان ڇڇي تہ ڪاتي ڇو وجهجي؟‘
- ’ناڻ مردان، ڏن آوي جاوي.‘
- ’يلي بڪ پرم جي شال مَ وڃي شان،‘
- ’لکيو منجهہ نراڙ، قلم ڪياڙيءَ نہ وهي.‘
- ’گهڻن ڪنئي ڇپر ڪڇي.‘
- ’سنگ تاري، ڪسنگ ٻوڙي.‘
- ’ڪاٺيءَ جي وهاڻ ۾ نڪٽ بہ گهٽا.‘
- ’صبر جني جو سيگَ، تير نہ گسي تن جو.‘
- ’سوڙهيءَ سياندريءَ وهنوار نہ ڪجي.‘
- ’سنسار مهاچار‘ .

## 4. انساني جذبات جو ردعمل

انسان سماج ۾ رهي ٿو. هڪ ٻئي سان لهہ وچڙ ۾ اچي ٿو. انساني رشتن- ناتن ۾ محبت، نفرت، همدردي، بي- رحمي، دشمني، کِلَ- خوشي، چرچو- گهبو، طنز ۽ سٽ وغيره جذبا جدا جدا وقتن تي حالتن مطابق پيدا ٿين ٿا. اهي انسان جي سياءُ جو هڪ انگ آهن. اِنهيءَ ڪانسواءِ پرم- سنبسا، مذهبي اعتقاد، تقدير ۽ تدبير جا کيل، آتما ۽ پرماتما وشواس وغيره بہ لوڪ جي دل ۽ دماغ تي ڇانيا پيا آهن. ان ڪري اهڙين جذبن جو اظهار پڻ گهڻن ئي پهاڪن کي جنم ڏئي ٿو. جيئن تہ،

- پنجابي ايڪ تہ ياوين ڏون، پنجابي ڏون تہ جهڳا ئي جهون.
- خيرپوري نيت بُري، هٿ ۾ قرآن ڪڇ ۾ ڇُري.
- بندرو ٻڌي سندرو تہ الهہ بہ نہ ٻڇي.
- بندور شيطان.
- ٻٽيهہ منڊ منڊي ۾، آسيءَ ۾ ڪاٺو، جڏهن گنجهہ ساماڻو تہ مڙني کٽي ماٺ ڪئي.
- شيرو ٻلو شاهہ جو، نہ پيءُ جو نہ ماءُ جو.
- چريا ڏيئي چار، واڇاڻ ونجي هڪڙي، (سا بہ چرين جي آچار)
- عشق نہ پڇي ذات،
- عشق انڌو آهي.
- منهن تہ موسيٰ جهڙو، اندر ۾ ابليس.

- ڪر چڱائي چٽ سان، ته ڦيري هٿي پٽ سان.
- ڇوڪر ڇتيءَ ذات جا، پون پون ڪن پڳت ۾.
- ديوان جو دم، دمڙيءَ جي دال تي.
- لولي ڇٽي ڪتڻ ڪان، نچڻ لڳس ٻار.

### 5. پروليون ۽ ٻول

سنڌيءَ ۾ ڪجهه ڇوٽيون اهڙيون آهن، جن جو بنيادُ نظم ۾ ڇيل پروليون ۽ سگهڙن جا ٽوڪن وارا ٻول آهن. حقيقت ۾ پروليءَ جو مقصد هوندو آهي، ڪنهن جي عقل ۽ سمجهه جي پرک ڪرڻ. ڳوٺاڻين ڪچهرين ۾ سومهڻيءَ مهل جڏهن ڳوٺاڻا روزاني ڪم ڪار مان واندا ٿي اچي رهاڻيون ڪندا آهن، تڏهن اڪثر شعر ۽ بيت ڳائيندا آهن، ڳالهيون ڪٿندا آهن ۽ ٻئي ڪي ڳجهارتون توڙي پروليون ڏيندا آهن. گروءَ ۽ چيلي جي وچ ۾ گفتگوءَ واريون پروليون هندي، راجستاني، سنڌي ۽ ٻين ڪن پارتي ٻولين ۾ مشهور آهن. انهن ۾ گرو سوال پڇندو آهي ۽ چيلو انهيءَ سوال جو جواب ڏيندو آهي. جيئن ته،

گرو: سئيءَ ۾ ڌاڳو ٻوي ڇونه،
طعام ۾ پاڻي وجهي ڇونه،
مرد گهر ۾ رهي ڇونه؟

چيلو: گرو جي لڙ آهي.

(سئيءَ ۾ ڌاڳو نٿو پوي جو اکين ۾ لڙ يا ڏنڌ آهي، تنهن ڪري پامکونظر نٿو اچي، پاڻي به طعام ۾ نٿو وجهي جو لڙاتيل يا ميرو آهي؛ ۽ مرد به گهر ۾ نٿو ويهي جو گهر ۾ لڙ يعني جهيڙو جهتو ۽ گوڙ آهي.)

اِنهيءَ ۾ ٿوري تبديل ڪري، هن ريت به ڇوٽي مروج آهي- "سئيءَ ۾ ڌاڳو، طعام ۾ پاڻي ۽ گهر ۾ مرد نه آهي، ڇو ته لڙ آهي."

سگهڙن جا ڪجهه اهڙا ٻول به عام ماڻهن ۾ مشهور آهن، جن ۾ ساڳين شين يا گڻن وغيره جو بيان هوندو آهي. انهن کي ڪي ٽوڪ به سڏين. انهيءَ قسم جا ٻول يا انهن جا ڪجهه حصا پڻ ڇوٽين وانگر مروج ٿي ويا آهن. مثال طور،

انتو ۽ اٺ سونهون، ٻئي هڪ آچار.
- حاڪم، باهه ۽ پاڻي، اهي ٽيئي گهٽ نه ڄاڻ.

- ڪاچ ڪٽورو، گيھ گھڙو، موتي ۽ من،
ڀڳا وري نہ ٺهن، تن جو ڪجھي جتن.

- هڪ انڌو، ٻيو ٻوڙهو، ٽيوِن ٻوڙو، چوٿون پارُ، پنجون بيمار،
اهي پنج ئي ٻي ميار-

هن قسم جا ٻول حقيقت ۾ پڇيل سوالن جي جوابن طور چيل آهن. جيئن تہ،

ڪهڙا ٻہ ڇٽا هڪ آچار وارا آهن؟
ڪنهن ڪي گهٽ نہ چاڙجي؟
اهي ڪهڙيون چار شيون آهن جيڪي هڪ دفعو ڀڳيون تہ وري جڙي نہ سگهنديون؟
اهي پنج ڪير آهن، جن تي ميار نہ آهي؟

ڪڏهن ڪڏهن ٻولن جا ڪي ٽڪرا هوبهو يا توريءَ ڦير گهير سان چوڻين جي روپ ۾ مشهور ٿي ويندا آهن. هڪ سگهڙ جو ٻول آهي:

ڳئون ۽ مينهن ويني ڏيي، ٻيني ڏيي اُٺ،
چاري اٽي ڏجي سَجَ، گڏو اٽي مُٺِ،
جهڙو لڳي واءُ، تهڙي ڏجي پٺ.

هن ٻول جي آخري سِٽ چوڻي آهي. وچين سٽ ۾ سگهڙ ٻڌائي ٿو تہ، (چاري اٽي... مٺ، يعني چانورن جي اٽي کي ڳوهڻ وقت تريءَ جو زور ڏجي، ۽ ڪڻڪ جي اٽي کي ڳوهڻ لاءِ مٺ جو زور لڳائجي). هڪ ٻي چوڻي مشهور آهي- "ڏِچر گهوڙي، سچر زال، ٻئي ڪڏ پيا". اها هيٺ ڏنل ٻول جي بنياد تي ٺهيل آهي:

ڏچر گهوڙي، سُچر زال،
ڇڏي ڪڻڪ، گهاٽا تر،
اُڏارو وهاڻ، پنجئي نہ ٿيا.

## 6. ٻولين جو هڪ ٻئي تي اثر ۽ لساني ورثو

ٻهاڪا ۽ چوڻيون عام طور ڪنهن لساني سماج جي پنهنجي پيدائش هوندا آهن. پر هڪ ٻولي وارن ماڻهن جو ٻين ٻولين جي ڳالهائيندڙن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ سياويڪ آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن هڪ ٻوليءَ جون چوڻيون ۽ ٻهاڪا، زباني روايتن ذريعي ٻين ٻولين ۾ بہ ڦهلجي ٿا وڃن. ڪڏهن ڪڏهن

هڪ ٻوليءَ جا ليڪڪ، ٻين ٻولين جا پهاڪا ترجمو ڪري پنهنجين لکڻين ۾ ڪتب آڻين ٿا، ته اهي پڻ وقت گذرندي ان ٻوليءَ ۾ وهنوار ۾ مروج ٿي ٿا وڃن. انهيءَ ڪانسواءِ آڳاٽين ٻولين (سنسڪرت، پالي، پراڪرت، اپڀرنش) جا ڪيترائي سهڻا ۽ ويچارن سان ڀريل وچن پڻ هاڻوڪين ڀارتي ٻولين ۾ پهاڪن ۽ چوڻين جي روپ ۾ واهپي ۾ هلندا پيا اچن. ان طرح ٻين ٻولين جي اثر توڙي آڳاٽين ڀارتي ٻولين کان ورثي ۾ ملڻ سببان پڻ ڪيترن ئي پهاڪن ۽ چوڻين جو سرجڻ ٿيو آهي. هتي ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا:

يٿا راجا، تٿا پرجا (سنسڪرت).
ايڪ پنٿ دو ڪاج.
بڙا کهاوڻ، بڙا دک پاوڻ، ڇوٽي ڪا دک دور (هندي).
آج همان کل ٿمان (راجستاني).
يڪ تندرستي هزار نعمت.
دراز ريش خضر يا ابليس (پارسي)

سنڌيءَ ۾ مشهور چوڻيون آهن، جيڪي هوبهو ٻين ٻولين مان ورتل آهن: 'تکڙ ڪم شيطان جو'، چوڻي عربيءَ جي "التمجيل فعل الشيطان" جو ترجمو آهي، ته 'ڀر ڀائر ٽيون ليکو' پارسي چوڻيءَ "دو برادر، سوم حساب" جو ترجمو آهي.

سنڌيءَ ۾ آڳاٽين ڀارتي آريه ٻولين مان آيل پهاڪن ۽ چوڻيون جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

1- لڙن سپاهي، ناَلو ٿئي سردار جو.
"لڙن جوڌا ۽ جس ملي سيناپتيءَ کي." (مهاڀارت)
2- تيل ترن مان ئي نڪرندو آهي.
3- سنئين ڪانيءَ جو واڌو ويري.

اِها 'سڪند پراڻ' جي چوڻي آهي، جنهن جو مطلب آهي ته 'سڌا وڻ ڪٽجن ٿا، پر ڏنگا ڦڏا وڻ اتي ئي بيٺا آهن'.

4- هڪ هٿ سان تاڙي نه وڄندي آهي.
پراڪرت جي هڪ چوڻيءَ ۾ پڻ هوبهو ساڳيو ويچار ظاهر ڪيل آهي.
5- هٿ جي ڪنگڻ کي آرسيءَ جو ڪهڙو ضرور؟
"راجشيکر" پنهنجي ڪتاب "ڪرپورمنجريءَ" ۾ پڻ اِن ويچار کي

ظاهر ڪرڻ لاءِ اهو ساڳيو مثال ڪتب آندو آهي.

سنسڪرت زبان ۾ اهو هڪ مشهور سڏاڻت (نيايه) به آهي.

## ڀاڪن ۽ چوڻين جي قدامت

ڀاڪن ۽ چوڻين جي سرجڻ جا جدا جدا ڪارڻ جاچڻ بعد، ان ڳالهه تي به ويچار ڪرڻ ضروري آهي ته انهن جو سرجڻ ڪڏهن ٿيو آهي؟ ڪنهن به ٻوليءَ ۾ مروج ڀاڪا ۽ چوڻيون گهڻو ڪري ايترائي آڳاٽا آهن، جيتري اها ٻولي آڳاٽي آهي. سنڌي ٻولي، ٻين ڀارتي آريه ٻولين وانگر ارتقا جي جدا جدا منزلن (سنسڪرت، پالي، پراڪرت، اپڀرنش ٻولين جي دورن ۾ ڳالهه ٻولهه وارن روپن جون منزلون) کي پار ڪري، اٺين نائين عيسوي صديءَ جي آس پاس وڪاس جي نئين منزل ۾ داخل ٿي آهي. ان زماني کان وٺي، هاڻوڪي دور تائين پڻ ٻوليءَ جي آوازن، وياڪرڻي بيهڪ وغيره ۾ ڦيرو ايندو رهيو آهي. جهڙيءَ طرح هاڻوڪي سنڌيءَ ۾ مروج ڪيترن ئي لفظن ۽ وياڪرڻ جي روپن جو بنياد، اسين ويدن واري سنسڪرت ۽ ان زماني جي آريائي ۽ غير آريائي ٻولين ۾ ڏيکاري سگهون ٿا، تهڙيءَ طرح هاڻوڪي سنڌيءَ ۾ واهپي ۾ ايندڙ ڪيترن ئي ڀاڪن ۽ چوڻين جو اتهاس پڻ ان ساڳئي قديم دور ۾ ثابت ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ جا ڪجهه مثال سنسڪرت ۽ پراڪرت جي چوڻين سان ڀيٽ ڪندي ڏنا ويا آهن. جدا جدا ٻولين ۾ جڏهن اسان کي ساڳين ويچارن ۽ ڀاونائن وارا ڀاڪا ملن ٿا، تڏهن ان هڪجهڙائيءَ جا ڪارڻ به جدا جدا ٿي سگهن ٿا، جيڪي آهن:

1. ٻولين جو ساڳيو اباڻو ادبي ورثو.
2. هڪ ٻوليءَ جو ٻيءَ ٻوليءَ تي اثر.
3. انسان ذات جي سوچ ويچار، من- ورتين ۽ تجربن ۾ هڪ جهڙائي.

انهيءَ ڪري ڪيترن ڀاڪن جي باري ۾ اهو بلڪل خاطريءَ سان فيصلو ڏيڻ مشڪل هوندو آهي ته انهن ۾ هڪجهڙائي ڪهڙي سبب ڪري نظر اچي ٿي؟ اهو به ضروري نه آهي ته جيڪڏهن ڪنهن سنڌي ڀاڪي جي سنسڪرت جي ڪنهن چوڻيءَ سان ويچارن ۾ هڪجهڙائي آهي، ته اهو سنڌي ڀاڪو سنسڪرت مان ئي نڪتو هوندو. ممڪن آهي ته اتي ٻن شخصن جو ساڳيو آزمودو ڪارڻ هجي. ان ڪري هرهڪ ڀاڪي جي جنم جو ٺيڪ وقت

چاٺائڻ يا ڪٿڻ ناممڪن آهي. اِنهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ تواريخي واقعن، حالتن يا شخصيتن وغيره سان واسطو رکندڙ پهاڪن ۽ چوٽين جي سرجڻ بابت تلهي ليڪي فيصلو ڏيئي سگهجي ٿو. مثال طور، "ڪنن جي ڳالهين مير بجار مارايو" پهاڪو 1780ع ۾ مير بجار جي وفات بعد ٺهيو آهي. ساڳيءَ طرح، راجا دلوراءِ سان سنبنڌ رکندڙ پهاڪا، يارهين عيسوي صديءَ ۾ دلوراءِ جي حڪومت ختم ٿيڻ بعد ٺهي جڙيا آهن. شاهہ عبداللطيف جي ڪلام جون ڪجھہ سِٽون (ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ريءَ؛ يا 'چاجي ڏنگا ڏير، منهنجو ڏينهن ڏنگو مَ ٿئي') سنڌس حياتيءَ ۾ يا هن جي وفات کان ٿورو عرصو پوءِ پهاڪن جي درجي تي پهتيون آهن.

## پهاڪن جي ارتقا

پهاڪن جو استعمال روزاني زندگيءَ ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ٿيندو رهي ٿو. هڪ شخص کان ٻئي شخص، هڪ پيڙهيءَ کان ٻيءَ پيڙهيءَ ۽ هڪ ٻوليءَ مان ٻيءَ ٻوليءَ ڏانهن سفر ڪندي پهاڪا ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي لفظي بيهڪ توڙي معنيٰ ۾ ڪي قدر تبديل بہ ڪري ٿا ڇڏين. اهڙيءَ ڦير گهير کي 'پهاڪن جي ارتقا' چئجي ٿو.

انهي کي مکيہ طور ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: روپ–وڪاس ۽ ارٿ–وڪاس.

### 1. روپ – واڪس (بيهڪ موجب ارتقا)

انهيءَ جو مطلب پهاڪي جي روپ يعني لفظن جي بيهڪ ۾ تبديل، جيڪا هيٺين نموني نظر اچي ٿي:

**الف: ڪنهن هڪ لفظ جي تبديل**

- ڪسيري جي ڪُتي، ٽڪي جا ڪائي ٽڪر (يا نانُ)
- ڪاٺيءَ جي وهاڻ ۾ سنڪت (يا نڪتِ) گهٽا.
- ٻڍيءَ پيڙي جون هريڙون پليون (يا لوهہ پلو)

**ب: هڪ کان وڌيڪ لفظن جي ڦير گهير**

- لکيا لوهارن کي ٽپڙ تي ٽانڊا
(يا – لکيون لوهارن کي چڏن ۾ چٽنگون)
- ٻن پيڙين ۾ جيڪو چڙهي، تنهنجون ٽنگون ڦاٽن.
(يا – ٻن پيڙين ۾ جيڪو چڙهي، تنهنجا چڏا چيرجن)

**ب: فقرن يا لفظي ميڙن جي سلسلي ۾ تبديل**

- بخشيش سؤ سؤ، حساب جؤ جؤ
  ( يا - حساب جؤ جؤ، بخشيش سؤ سؤ)
- پيو سڀ رهندو هت، نيڪي نيندين پاڻ سين.
  (يا - نيڪي نيندين پاڻ سين، پيو سڀ رهندو هت)

**پ: روپ جو وستار**

- ڏاڏي جي لٺ کي ٻه مٿا.
  (يا - ڏاڏي جي لٺ کي ٻه مٿا، جيڏانهن کوڙ تيڏانهن ڪپي)
- اُپ ۾ ٽڪ اُڇلائي، سو منهن ۾ پائي.
  (يا - اُپ ۾ ٽڪ اُڇلائي، سو منهن ۾ پاءِ، جيڪو هٿ ڪٽي وڏن ڏي، تنهن سان مهڙي ٿئي هاءِ.)
- واڻيو آهي اٽي جو ڏيئو.
  ( يا - واڻيو آهي اٽي جو ڏيئو، اندر ڪائينس ڪوٺا، ته ٻاهر ڪائينس ڪانءِ.)
- اڃ کي ڇڏي جو سڃيءَ پنيان ڊڪي، تنهنجو اڃ به وڃي.
  ( يا -اڃ کي ڇڏي جو سڃيءَ پنيان ڊڪي، تنهن کي سڃي نه ملي، پر اڃ ڪاڻ سڪي.)
- پائر ڪوٽ جا ڪنگر، پٽ گهر جي سونهن.
  (يا - پائر ڪوٽ جا ڪنگر، پٽ گهر جي سونهن، ويٺا ڪن وروٺهن، ڏچڻ پوران ٿي ڏري.)

(نوٽ: آخري مثال بابت اِن طرح به سمجهائي ڏيئي سگهجي ٿي، ته ڪڏهن سڄو بيت، ته ڪڏهن اُن جو فقط هڪ حصو ٻهاڪي جي روپ ۾ مشهور ٿي وڃي.)

## 2. آرٿ - وڪاس (معنيٰ موجب ارتقا) :

وهنواري زندگيءَ ۾ جدا جدا حالتن ۾ استعمال ڪرڻ تي ڪجهه پهاڪا هڪ کان وڌيڪ معنائون (يا ٻٽي معنيٰ) ظاهر ڪن ٿا. مثال طور، "ڪيتي، سر سيتي"

يعني اُها ڪيتي سٺي پيدائش ڏيندي، جيڪا هاري پنهنجي هٿن سان يا پاڻ محنت ڪري اُپائي ٿو. مطلب ته جيڪڏهن پوک جو ڪم ٻين کي سونپيو ويو، ته پوءِ ممڪن آهي ته اُنهن جي لاپرواهيءَ سببان فصل دل گهريو نه ٿئي. جيڪڏهن ڪيتيءَ ڪنديءِ اِهي لفظ هڪ ڪڙميءَ ٻئي کي چيا

آهن تہ پوءِ اُتي اُن جي اڪري معنيٰ ئي لاڳو ٿيندي. پر جيڪڏهن ڏنڌي واپار ۾ ڪو شخص پنهنجي فرض ادائي پوريءَ طرح نٿو ڪري ۽ پنهنجو ڪم ٻين کي سونپي پاڻ لاپرواهہ ٿي ويچي ٿو، تہ اُن وقت ڪيس تنبيهہ ڪندي جيڪڏهن ڪنهن اِهي لفظ چيا آهن، تہ پوءِ اُتي ڪيتيءَ جو مطلب ڪوبہ ڪم يا ڏنڌو - واپار ڪٿبو. اُن حالت ۾ حاصل مطلب ٿيندو تہ ڪوبہ ڪم سٺي نموني پورو تڏهن ٿيندو، جڏهن ماڻهو پاڻ ڏيان سان اهو ڪندو.

ساڳيءَ طرح، "جهڙو وڻ، تهڙو ڦر" جي اڪري معنيٰ آهي تہ وڻ سٺي جنس جو هوندو تہ اُن مان ڦل بہ سٺا ملندا. پر جيڪڏهن وڻ جي جنس ئي جڏي آهي تہ اُن مان عمدو ميوو حاصل ڪرڻ جي اُميد رکڻ اجائي ڳالهہ آهي. وهنوار ۾ اِن جو اِهو مطلب بہ نڪري ٿو تہ جنهن جو جهڙو بڻ - بنياد يا خاندان هوندو، تهڙو ئي سندس سياءُ ٿيندو. (سنڌيءَ ۾ ساڳيءَ معنيٰ وارو ٻيو پهاڪو بہ آهي، "جنهن جو بد ٻٽياد تنهن جو ميوو ئي مٺو نہ ٿئي")

هر هڪ ٻوليءَ ۾ ڏٺو ويو آهي تہ ڪيترائي پهاڪا هڪ ڪان وڌيڪ مطلب ظاهر ڪن ٿا. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن ٻڌندڙ ڪنهن پهاڪي جو صحيح مطلب نٿو سمجهي، تہ پوءِ اُن جو ٻيءَ معنيٰ ۾ استعمال ڪري ٿو. وقت گذرندي، اُن پهاڪي جو اصل مطلب بدلجيو ويچي. مثال طور، "آپ نہ مريئي، سرڳ نہ جاءِ" جي اڪري معنيٰ ڪٿي، روچيرام ڳجومل اُن جي سمجهاڻي لکي آهي، 'پاڻ' (آپ، آپو، خودي) مارڻ ڪان سواءِ، ماڻهو سرڳ ۾ ويچي نہ سگهندو.

Without the annihilation of self, one can not go to heven"

(A hand bookof Sindhi Proverbs, Fourth edition, 1935 p.2)

سترامداس سائل بہ پنهنجي ڪتاب "درن جي دٻلي" ۾ اُن پهاڪي جي معنيٰ ساڳئي نموني سمجهائي آهي: "جيسين آپي يا خودءَ جو انت نہ آٿبو، تيسين سچو آنند يا سرڳ وارا سک نصيب نہ ٿيندا."

پر مون اڪثر اِن پهاڪي جو استعمال هن ٻيهڪ ۾ بہ ٻڌو آهي، تہ جيستائين ماڻهو پاڻ تڪليفون سهي، پنهنجو ڪم نٿو ڪري، تيستائين اهو اُن کي صحيح نموني پورو ڪري، اُن جو آنند ماڻي نٿو سگهي. مطلب تہ ٻين تي ڪم رکي، پاڻ آرام سان ويهي رهڻ سان اهو ڪم سڦل ٿي نہ سگهندو. منهنجي ويچار ۾ اِن پهاڪي جو اِهوئي صحيح مطلب آهي. هنديءَ ۽ ٻين ڪن ٻولين ۾ پڻ اِن معنيٰ ۾ اِهو پهاڪو ڪتب ايندو آهي. 'يولانات تواريءَ' هندي

کهاوت جي ڪوش ۾ پڻ اِن پهاڪي جو اِهو مطلب ڏنو آهي:

(ڀيٽيو: "آپ مري بنا سورگ نهين ملتا"= اپني ڪئي بنا ڪوئي ڪام نهين هوتا. برهت هندي لوڪي ڪتي ڪوش. ص. 123)

سترامداس سائل "ميند ۾ تي مارئي ڳائجي" پهاڪي جي معنيٰ هن ريت سمجهائي آهي:

1. شاديءَ ۾ دک جا گيت ڳائجن، ته ائين چئجي.
2. ڪابه اڻ موقعائتي يا نامناسب ڳالهه ٿئي، ته ائين چئجي.

(درن جي دبلي، پاڳو پيون، ص. 221)

لڳي ٿو ته ستراُمداس سائل اِها سمجهاڻي روچيرام گجومل جي پهاڪن جي ڪتاب تان ڪئي آهي، جنهن ۾ پڻ ساڳي معنيٰ انگريزيءَ ۾ ڏنل آهي. (ص. 122)

حقيقت ۾ اِهو پهاڪو 'ميند ۾ مارئي ڳائڻ' محاوري جو بدليل روپ آهي، جنهن جو مطلب آهي- "اشاري سان چوڻ؛ ڳجهيءَ طرح ڳالهه ڪرڻ؛ هلڪي، ڌيمي آواز يا سُر ۾ ڪنهن کي ڳجهي نموني ڪا ڳالهه چوڻ." اِن موجب هن پهاڪي جو مطلب آهي: "اشاري ۾ يا ڳجهه ڳوهه ۾ پيون ڳالهيون ٿين." ڪڏهن ڪنهن پهاڪي جي روپ ۾ ڪجهه تبديلي ٿيڻ ڪري، اُنهن جي معنيٰ ۾ به فرق اچي ويندو آهي. جيئن ته:

- چريو، ته به گهر ڏي وريو.
- ڪو چريو، ته به پتر اُچلي گهر ڏي.
- سيوهاڻي چريو پتر ڊوئي گهر ڏي.

اِنهن پهاڪن تي ويچار ڪندي، موتي لال ڀٽاڻيءَ لکيو آهي ته انهيءَ پهاڪي جي صحيح صورت آهي: "سيوهاڻي چڙهيو، پتر ڊوئي گهر ڏي؛ سيوهاڻي چڙهيو، ته به پتر اُچلي گهر ڏي." مطلب ته سيوهڻ سنڌ جا رهاڪو ڪفايت ۽ صرفي وارا آهن. هو زندگيءَ ۾ چاهي ڪيتري به ترقي ڪن، شاهوڪار ٿي وڃن، ته به ڪفايت ڪان ڪنارو نه ڪندا آهن. رستي ويندي ڪي پتر ڏٺائون، ته آهي به گهر کڻي وڃي سنڀالي رکندا. چاڪاڻ ته وقت تي اهي به ڪتب اچي سگهندا.

وهڻ مُنيو ئي ناهه، دلو پڇي نار کي.

روچيرام گجومل ۽ پيرومل مهرچند پنهنجن ڪتابن ۾ اِهو پهاڪو اِن روپ ۾ ڏنو ۽ سمجهايو آهي ته درياهه پنهنجو رخ ڦيرائي ٻئي پاسي هليو ويو ۽ دلوراءِ جي نگريءَ کان گهڻو پري وهڻ لڳو. تڏهن ٻه دلوراءِ پيو حسين عورت جون پچائون ڪري. مطلب ته جڏهن ڪو ماڻهو اڻ هونديءَ ڳالهه کي حاصل ڪرڻ جي اُميد رکندو آهي، تڏهن هي پهاڪو ڪتب ايندو آهي.

سترامداسُ سائل پنهنجي ڪتاب ۾ اِهوپهاڪو هن روپ ۾ درج ڪيو آهي:

”وهڻ منڊوئي ناهه، دلو پڇي نار ڪان.“ (صفحو 228)

لڳي ٿو ته هن اِن روپ ۾ اِهو پهاڪو پڌو آهي. جنهن ۾ ’ڪي‘ ’بدران‘ ’ڪان‘ حرف جر ڪتب آندل آهي. پيو ته سندس ڏيان مٿي ڄاڻايل ڪتابن ۾ درج ڪيل اِنهيءَ پهاڪي طرف ٻه شايد نه ويو آهي. انڪري هن سمجهاڻي ٻه ٻيءَ ريت ڏني آهي. جنهن ۾ پهاڪي جو واسطو دلوراءِ راجا سان نه ڏيکاريل آهي، هو لکي ٿو: ”وهڻ = سمنڊ، درياهه، منڊو = ڇيڙو. دلو = ڪنهن پرش جو نالو. درياهه جو ڇيڙو ڏسڻ ۾ ئي ڪين آيو آهي، ته دلو زال کان سوال پڇڻ لڳو ته هاڻي ڇا ڪبو؟ مطلب ته ڪا ڳالهه ڏسجي ئي ڪانه، ۽ اُنَ بابت ويهي سوال پڇجن، ته اُئين چئجي.“ (ڏرن جي دٻلي، ڀاڱو ٻيو، ص - 258)

اِنهن مثالن مان ظاهر آهي ته نه فقط پهاڪي جي صورت ۾، پر اُنهيءَ جي معنيٰ ۾ ٻه تبديلي اچي ويندي آهي. ”گل شڪر“ نالي سنڌي پهاڪن جي آڳاٽي مجموعي ۾ اُنهيءَ جي ليکڪ ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻيءَ هرهڪ پهاڪي جي معنيٰ ٻه سمجهائي آهي. ڪيترن پهاڪن جو مطلب سمجهائيندي هو اڪثر انهن ۾ ڪي نه ڪي روحاني راز ۽ نصيحتت آميز نڪتا بيان ٿو ڪري. منهنجي ويچار ۾ ڪيترن پهاڪن جي حاصل مطلب سان اُنهن جو ڪوبه واسطو نه آهي. حقيقت ۾ اها اجائي ڇڪتاڻ آهي. مثال طور،

ٻه گدرا هڪڙي مٺ ۾ نه ماپن.

اِن جو عام رواجي مطلب اهو آهي ته، اِنسان هڪ ئي وقت ٻه يا ٻن ڪان وڌيڪ مشڪل ڪم ڪري نه سگهندو. اِن ڪري صحيح طريقو اِهو آهي ته هڪ ڪم پورو ڪري پوءِ ٻئي کي ڪٽي. ڪيولرام سلامتراءِ اِن پهاڪي کي سمجهائيندي لکيو آهي: ”مطلب هي آهي ته جو ماڻهو ڌڻيءَ کي ڳولي، سو جڏهن دنيا جي ڌنڌن کان پاڻ کي آجو رکي، تڏهن ڌڻيءَ ڏي مهاڙ ڦيرائيسَ. يعني دنيا جو ڌنڌو ۽ ڌڻيءَ جي يادگيري ٻه ڪم گڏ پورا ٿيڻ اڻانگو ڪم آهي.“

آهاري، وهنواري، ٽيون گهوٽ مهاري، لڄا ڪري تہ هاري.

اِن جو مطلب ايترو ئي آهي تہ آهار (کاڌي پيتي ۽ وهنوار ۾ ماڻهوءَ کي لڄ شرم ڪرڻ نہ گهرجي. ساڳيءَ طرح، مهاري ۾ يعني شاديءَ بعد گهوٽ - ڪنوار جي سمهڻ واري ڪمري ۾ بہ گهوٽ کي لڄ -حياءُ ڪرڻ نہ کپي. اِنهن ٽنهي ڳالهين ۾ يا چئجي تہ ڌنڌي - واپار، وهنوار ۾ جيڪو حجاب ڪري ٿو، اهو نيٺ پاڻ کي ئي نقصان رسائيندو. ڪيولرام اِنهيءَ دنيوي نصيحت کي بہ چڪي روحاني مارڳ طرف ڪٺي ويجي ٿو. هو لکي ٿو، ”مطلب هي آهي، جو سياڻا چوندا آهن تہ لڄ چڱي آهي، پر اِنهن ٽن ڪمن ۾ لڄ ڪرڻ مرڳو گهاٽو آهي. تهڙيءَ ريت جيڪڏهن ڌڻيءَ جو ڳولهو پڻ سنسار جا حجاب نہ ڇيندو، تہ ڌڻيءَ کي واصل نہ ٿيندو.“

هتي اِنهيءَ ڳالهہ جو ڌيان رکڻ گهرجي، تہ ارتقا جي سلسلي ۾ جڏهن ڪنهن ٻهاڪي جي روپ يا معنيٰ ۾ تبديلي اچي وڃي ٿي، تہ اُنهيءَ بدليل روپ ۾ اُن ٻهاڪي کي غلط سڏڻ ٺيڪ نہ آهي. اَهڙيءَ حالت ۾ اِهو فيصلو ڏيڻ درست ٿيندو، تہ اهو ٻن يا وڌيڪ روپن يا معنائن ۾ مروج آهي. اِها ڳالهہ بہ ممڪن آهي تہ هڪ ئي ٻهاڪو الڳ الڳ علائقن ۾ ٿوري ڦير گهير سان واهپي ۾ اچي وڃي. اوسر جي دوران اڪثر اهو بہ نظر اچي ٿو تہ ڪي ٻهاڪا وقت گذرندي، حالتن جي ڦير گهير سببان يا ڪن ٻين ڪارڻن جي ڪري واهپي مان گهٽبا ٿا وڃن. آهي پوءِ فقط ٻوليءَ جي عجائب گهر ۾ وڃي جاءِ والاريندا، باقي وهنواري زندگيءَ ۾ اُنهن جو خير ڪو استعمال ٿيندو. مثال طور، ڀارت جي سنڌين ۾ اهڙن ٻهاڪن جو واهپو بلڪل گهٽ ٿي ويو آهي، جن جو واسطو سنڌ جي ماحول، جاگرافيءَ يا اڳوڻين حالتن سان آهي. جيئن تہ: ’وٺو تہ ٿر، نہ تہ بر‘؛ ’گوني سدا اونهي‘؛ ’لاڙ آهي ساڙ‘.

ٻيو تہ اهڙا ٻهاڪا جن ۾ ڪي فاحش اڻوڻندڙ لفظ ڪتب آيا آهن، اُنهن جو استعمال بہ تعليم يافتہ طبقي ۾ بند ٿي ٿو وڃي. جيئن تہ:

’ڪانون کي پيلا هجن ها، تہ اڏامندي نظر اچن ها‘ .

’جيڪي ڪانچ پائيندا آهن، سي مُنڊ جي جاءِ بہ رکندا آهن‘ .

’هنگڻ ٿورو، ڦڙ ڦڙ گهڻي‘ .

’گولاڙو ڳنيان ڦچي‘ .

’اڻ گهريو ماءُ ٻار کي بيو نہ ڏيي،

شاهوڪاري بار چريو يا چٽو' .

ٻوليءَ ۾ جيڪڏهن ڪي پهاڪا واهپي ۾ گهٽجي، نيٺ متروڪ ٿي ٿا وڃن، ته ٻئي طرف وري نين حالتن پٽاندر ٻين پهاڪن جو جنم به ٿئي ٿو. ڀارت جي موجوده حالتن مطابق، سرڪاري نيتيءَ موجب جوڙيل نعرا "هم دو، هماري دو"، "ڇوٽا پريوار، سکي پريوار" (يا هت پاڪستان ۾ وري - 'ٿورا ٻار - پيار ٿي پيار'.) وغيره جيڪي ننڍڙي ڪتنب قائم رکڻ جي هدايت ٿا ڏين، اهي سنڌيءَ ۽ ٻين ڪيترن ئي ٻولين ۾ هوبهو ساڳئي روپ ۾ يا ترجمي جي صورت ۾ چوڻين جي درجي کي حاصل ڪري چڪا آهن. اِهو به نظر آيو آهي ته هنديءَ، اردوءَ ۽ ٻين علائقائي ٻولين جي اثر هيٺ ڪي نوان پهاڪا به سنڌيءَ ۾ استعمال پيا ٿين.

اهڙن پهاڪن کي جنم ڏيندڙ اڪثر اُهي ليکڪ آهن، جيڪي ٻين ٻولين جا پهاڪا ساڳئي روپ ۾ يا ترجمي جي صورت ۾ پنهنجين لکڻين ۾ ڪتب ٿا آڻين. اُنهن جو استعمال پوءِ ٻيا لکندڙ به ڪرڻ لڳن ٿا.

مثال طور، ستراميداس سائل جي تيار ڪيل پهاڪن جي مجموعي 'دَرن جي دهلي' ۾ هيٺ ڏنل پهاڪا ملن ٿا، جيڪي ظاهر آهي ته هن هنديءَ تان ترجمو ڪري، اِنهيءَ ڪتاب ۾ شامل ڪري ڇڏيا آهن:

- جتي نه پهچي روي، اتي پهچي ڪوي.
  (هندي: جهان نه پهنچي روي، وهان پهنچي ڪوي.)
- جنهن جي لٺ، تنهنجي مينهن.
  (هندي: جسڪي لاٺي، اُسڪي ڀئنس.)
- جو پوئجي ويو، سو موتي ٿيو.
  (هندي: جو بند گيا، سو موتي.)
- جيڪو ٿيندو تنگ، سو ڪندو جنگ.
  (فارسي: تنگ آمد، به جنگ آمد.)
- ڏُوڏا ۾ ٻئي ويا، نه دنيا ملي نه رام.
  (هندي: دوڏا ۾ دونو گئي، نه مايا ملي نه رام.)

پيرومل مهرچند پڻ 'گلقند' نالي پهاڪن ۽ محاورن جي مجموعي ۾ اِن طرح ٻين ٻولين جا (خاص طور هنديءَ جا) پهاڪا، اصل روپ ۾ يا ترجمو ڪري شامل ڪري ڇڏيا آهن. جيئن ته،

– چڙهيءَ جو صرفو ڪيو تہ پار ڪريو. (گلقند، ص. 14)
(انگريزي: (Spare the rod and spoil the child
– مجيدا ڪونہ ڪهي صاحب ڪون، يون نا ڪرو تہ يون ڪرو. (گلقند، ص. 25)
– ڪم قوت، غصا بهت، مار کاني ڪي نشاني. (گلقند، ص. 32)
– دم سگ راست نشود ، (فارسي: گلقند، ص. 35)
– هتان پيئي نانڪا ، در در ڏڪا کاءِ. (پنجابيءَ تان. ص. 55)
– بجا ڪهي جسي عالم ، اُس ڪو بجا سمجهو.
– آواز – خلق ڪو نقارھ – خدا سمجهو. (اردو، ص. 58)
– جسڪا ڪام تسڪو ساجي. (هندي، گلقند ص. 65)

اهڙيءَ طرح، سنڌيءَ ۾ زباني روايتن وسيلي يا وڏن ليکڪن جي لکڻين ذريعي، ٻين ٻولين جا چڱائي پهاڪا اصلي روپ ۾ يا ترجمي جي صورت ۾ داخل ٿي ويا آهن. اُنهن مان جيڪي عوام ۾ مروج نہ ٿا ٿين، سي وقت گذرندي پاڻمرادو مري ٿا وڃن. پر جن کي عوام اپنائي ٿو، آهي وڏي حياتي ماڻين ٿا. حقيقت ۾ جن پهاڪن ۾ ڪنهن عالمي سچائيءَ کي سهڻي نموني پيش ڪيو ويو آهي، آهي ٻوليءَ ۾ رتنن مثل چمڪندا رهن ٿا.

# 7

# پهاڪن جي ورهاست

## الف - بي وار ترتيب

جدا جدا ٻولين ۾ پهاڪن جا جيڪي ڪوش ڇپيل آهن، انهن ۾ گهڻو ڪري پهاڪن کي اُن ٻوليءَ جي الفابيٽ مطابق، سلسليوار ترتيب ڏيئي داخل ڪيو ويو آهي. اِن طرح سنڌيءَ ۾ به پهاڪن جا گهڻا مجموعي آهي آهن، جن ۾ پهاڪا الف - بي وار ڏنل آهن. مثال طور، "گل شڪر" ۾ 'ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻيءَ' ۽ "ڏرن جي ڍبلي" ۾ 'سترامداس جڙيا سنگهاڻي سائل' اِنهيءَ طريقي سان پهاڪا درج ڪيا آهن. ٻئي طرف، 'پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ' پنهنجي ڪتاب "گلقند" ۾ الف -بي وار پهاڪا ڏيڻ سان گڏوگڏ، ڪيترن هنڌن تي پيٽ ڪندي، ساڳئي،مطلب وارا پهاڪا به انهن سان گڏ شامل ڪيا آهن.

## موضوع موجب ورهاست

ٻين ٻولين ۾ پهاڪن جا ڪجهه مجموعي اهڙا به شايع ٿيل آهن، جن ۾ پهاڪن کي جدا جدا موضوعن موجب ورهائي داخل ڪيو ويو آهي. مثال طور، 'وشوناٿ دنڪر نرواڻي' ٻئي (مهاراشٽر) مان ٽن ڀاڱن ۾ "ڀارتيه ڪهاوت ڪوش" ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. انهيءَ جي پهرين ٻن ڀاڱن ۾ ڀارت جي مکيه ٻولين جا پهاڪا موضوع موجب ورهائي ڏنا ويا آهن.

ٽئين ڀاڱي ۾ هرهڪ ٻوليءَ جون چونڊ ڪهاوتون ڏنل آهن. هرهڪ پهاڪي جي انگريزيءَ ۽ هنديءَ ۾ معنيٰ به سمجهايل آهي. اِنهيءَ ڪوش ۾ اٽڪل ٻارهن سو سنڌي پهاڪا انگريزي ۽ هندي ترجمي سان به شامل ڪيل آهن. آهي مون چونڊ ۽ ترجمو ڪري مرتب ڪري ڏنا آهن - سنڌيءَ ۾ مون

ڪي اجان تائين سنڌي پهاڪن جو ڪوبہ اهڙو ڪتاب شايع ٿيل نظر نہ آيو آهي، جنهن ۾ موضوع موجب پهاڪن کي ورهائي ڏنو ويو هجي. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي تہ موضوع مطابق پهاڪن جي جُدا جدا ڪلاسن ۾ تقسيم ڪرڻ نهايت ئي انڪائيو ڪم آهي. اِن ڪري پهاڪا گڏ ڪندڙن اڪثر اها واٽ اختيار نہ ڪري الفابيٽ جي اکرن مطابق پهاڪا پنهنجن ڪتابن ۾ ڏنا آهن. اچو تہ اِنهيءَ سوال تي وڌيڪ ويچار ڪريون.

## موضوع موجب ورهاست ۾ مسئلا

پهاڪن ۽ چوڻين جي وچ ۾ فرق بابت ويچار ڪندي اسان ڏٺو تہ چوڻيون فقط اکري معنيٰ ظاهر ڪنديون آهن - جيئن تہ،

(1) ترت دان مها پڃ.

(2) ڀلو ڪر تہ ڀلو ٿئيئي.

(3) اِنسان خطا جو گهر آهي.

(4) ڏياريءَ جو ڏيئو ڏٺو، نڍو وڏو ڇير مٺو.

اهڙين چوڻين جي مکيہ مقصد کي ڌيان ۾ رکي، انهن کي جدا جدا موضوعن موجب ورهائڻ ۾ ڪوبہ مسئلو نہ آهي. پهرين چوڻيءَ ۾ ڪنهن گهرجائوءَ واسطي سر قربان ڪرڻ ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. ٻين چوڻيءَ ۾ ڀلائي ڪرڻ جي نصيحت ڏنل آهي. ٽينءَ چوڻيءَ جو مطلب آهي تہ هرهڪ اِنسان کان ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪا ڀل ٿي ويندي آهي. چوٿين چوڻيءَ ۾ اِهو ڄاڻايل آهي تہ ڏياريءَ جي موسم ۾ ڇير مٺا ٿيندا آهن.

چوڻين کان پهاڪا اِنهيءَ لحاظ کان علحدا آهن، تہ پهاڪن جي اکري معنيٰ هڪ هوندي آهي، تہ اُنهن جو حاصل مطلب ٻيو هوندو آهي. بيان ۾ استعمال ڪرڻ تي اڪثر پهاڪن جو حاصل مطلب ڪٿبو آهي. جيئن تہ،

مال چورايو هَن، تہ پوليس پڪڙي ويئي سندس پاڙيسريءَ کي. 'اٽو ڪاڌو ڪوئي، تہ مار پيئي ڳابي تي'

هن بيان ۾ اسان جو مطلب ڪوئي جي اٽي کائڻ ۽ ڳابي جي مار کائڻ سان بلڪل نہ آهي. پر اِنهيءَ ڳالهہ طرف اِشارو آهي، تہ ڏسو تہ ڏوهہ هڪڙي ڪيو آهي، پر اُنهيءَ جي سزا وري ٻئي کي ملي آهي. هن پهاڪي ۾ ڪوئو ۽ ڳابو فقط مثال طور آيل آهن. مالڪ جو اٽو جنهن هنڌ رکيو هو، اُتي ڪوئا بہ گهڻا هئا. آهي اٽو کائي وڃي ٻرن ۾ لڪا. اتفاق سان ڪو ڳابو اچي

آتي پهتو. جڏهن مالڪ واپس آيو، تڏهن ڏٺائين، تہ اتو آهي ئي ڪونہ ۽ پرسان گابو پيو ڦري. هن ائين سمجهيو تہ سندس اتو اِنهيءَ گابي ڪاڏو آهي. پوءِ ڪاوڙ وچان گابي تي لٺين جو وسڪارو ڪرڻ لڳو.

پهاڪن جي ورهاست ڪرڻ وقت هن پهاڪي ڪي ڪوئي يا گابي جي موضوع وارن پهاڪن ۾ رکڻ غلط ٿيندو. اِنهيءَ بدران پهاڪي جو حاصل مطلب ڪٺڻ گهرجي تہ ڏوهہ هڪڙو ڪري ۽ اُن جي سزا ٻئي کي ملي. پوءِ اِنهيءَ معنيٰ وارن پهاڪن کي گڏي هڪ حصي اندر رکڻ صحيح ٿيندو. جيئن تہ هيٺ ڏنل پهاڪا اِنهيءَ موضوع اندر رکيا:

- ڪٽيو ڪائي ڪتيجا، ڏک جهلي ڏيٺس.
- ڪٽيو ڪائي فقير، لنيون جهلي پولڙو.
- ڪري ڪلوُ، تہ ڀري للوُ.
- ڪري ڪلوُ، مري اَلوُ.
- ڪري ڪو، تہ ڀري ڪو.

پر ڪجهہ پهاڪا اهڙا بہ آهن، جيڪي بيان جي حوالي موجب اکري معنيٰ ۾ بہ ڪٺي سگهجن ٿا، تہ ٻئي ڪنهن حوالي ۾ اُنهن جو حاصل مطلب پڻ ڪٺي سگهجي ٿو. مثال طور، ”اُٺ ٻڍو، تہ بہ ٻہ ڪنواٺ لهي“ اِنهيءَ جي اکري معنيٰ آهي تہ اٺ پوڙهو ٿي ويندو، تہ بہ ٻن ڪنواٺن (ڪچن يا ننڍن اُٺن) جي برابر آهي، ڇاڪاڻ تہ اُهو اُنهن جيترو بار ڪٺي سگهندو. جڏهن اُٺن تي بار ڍوئڻ وقت اِها ڳالهہ ڪن ٿا، تہ اُتي سندن مقصد اکري معنيٰ ئي آهي. پر جڏهن ڪي شخص گفتگو ڪندي، ڪنهن وڏيءَ عمر واري آزمودگار ۽ تجربيڪار ماڻهو جي باري ۾ ڳالهہ ڪن ٿا. تڏهن ’ٻڍي اُٺ‘ جو مطلب ’سياڻو‘ آزمودگار ’شخص‘ ڪٺبو ۽ ڪنواٺ مان مطلب ٿيندو ’ننڍيءَ عمر وارو، اڻ آزمودگار، الهڙ، ٻاراڻي سياءَ وارو، وغيره.“ اِن حالت ۾ هن پهاڪي جو حاصل مطلب آهي، ”پير مرد سياڻپ ۽ عقل ۾ ٻن نوجوانن جي برابر آهي، يا اُنهن کان بہ وڌيڪ آهي.“ اهڙن پهاڪن جي درجہ بندي ڪرڻ وقت، اُنهن کي جانورن جي درجي اندر، ’اُٺ‘ تي پهاڪن ۾ بہ شامل ڪبو، تہ ٻئي طرف ”وڏن ۾ وڏي ڪلا“ واري معنيٰ ڏيندڙ پهاڪن جي موضوع ۾ بہ داخل ڪبو.

ڪجهہ پهاڪا اهڙا آهن، جن ۾ هڪ کان وڌيڪ مرڪزي ويچار

سمايل هوندا آهن. جيئن تہ، "اُٺندو آها، ڇاڪوريءَ جي من ۾ هوندي."
هيءَ پهاڪو ظاهري طور ڪوريءَ سان واسطو ٿو رکي. ڪوريءَ جي من ۾ ڪپڙي اُڻڻ بابت، يا اُن جي ڊزائين ٺاهڻ جي باري ۾ جيڪو ويچار هوندو، اُن موجب هو ڪپڙي جي اُڻت ڪندو. پر وهنواري زندگيءَ ۾ گهڻا ماڻهو اِنهيءَ مان خالق يا پرماتما طرف بہ اشارو ڪڍي، هن پهاڪي جو استعمال ڪندا آهن. مطلب تہ سرجڻهار مڙني ڪان سگهارو آهي. متس ڪنهن بہ بندي جو زور هلي نہ ٿو سگهي. هو پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق ڪائنات سرجڻ ڪري ٿو. ان لحاظ ڪان هن پهاڪي کي ٻن حصن ۾ (يعني ڪوري ۽ سرجڻهار) رکي سگهجي ٿو.

ساڳيءَ طرح، هيءَ چوڻي ڏسو: "جهڙ (يا ڇٽ) جي اُس،انڌي جي ٽڪ، ماتيجي ماءُ جي مُڪ، جتي لڳي تتي سُڪ" هن چوڻيءَ ۾ ٽيئي ڳالهيون برابر اهميت رکندڙ آهن، ٽيئي جيتري تڪليف پهچائيندڙ آهن. برسات جي مند ۾ بادلن جي هٽي ويڻ تي جيڪا اُس نڪري ٿي، اُها گهم ۽ گرميءَ ڪري وڏيڪ ستائيندڙ آهي؛ محفل جي وچ ۾ ويٺل انڌو ماڻهو بہ جيڪڏهن بنا سوچ ويچار جي ٽڪ ڦٽي ڪري ٿو، تہ اُها جنهن کي لڳندي، اُن کي گهڻي تڪليف ڏيندي، ماتيجي ماءُ بہ ٻار کي جڏهن ڪاوڙ وچان مڪ هڻندي، تہ اُها ٻار کي گهڻو ايذاءُ رسائيندي. هن چوڻي کي ٽن ڪلاسن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو: (1) موسم يا ماحول (2) انڌو (3) ماتيجي ماءُ جو وهنوار.

ڪي پهاڪا اهڙا آهن، جن کي ڪي ماڻهو هڪ معنيٰ ۾ تہ ڪي ٻيءَ معنيٰ ۾ بہ استعمال ڪن ٿا. مثال طور،

"اُپ ڦاٽي کي بہ ڪڏهن اگهڙي پيئي آهي؟"

اِنهي پهاڪي جون سترامداس سائل بہ معنائون ڏنيون آهن. (1) ڦاٽل اُپ کي ڇتي هڻڻ اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي. مطلب تہ جنهن ڪم جو ٿيڻ محال يا جنهن ٿيڻ واري ڪم کي دفع ڪرڻ محال آهي، تنهنجي چنتا ڪرڻ نہ گهرجي. (2) پڌري يا ظاهر ظهور ڳالهہ کي لڪائڻ ممڪن نہ آهي. اِن ڪري، هن پهاڪي کي ٻن جدا ڪلاسن ۾ رکي سگهجي ٿو.

اهڙن مسئلن کي ڌيان ۾ رکندي چئي سگهجي ٿو تہ موضوع يا مرڪزي ويچار جي آڌار تي پهاڪن کي جدا جدا درجن يا ڪلاس ۾ ورهائڻ آسان ڪم نہ آهي. پر اِنهيءَ ۾ شڪ نہ آهي تہ انهيءَ قسم جي ورهاست

ڪرڻ سان اسين ڪنهن جاتيءَ جي سياڻپ، سوچ - ويچار، وهنواري جيون جي آڌار تي حاصل ڪيل آزمودن، وغيره جو آسانيءَ سان اڀياس ڪري سگهون ٿا. هتي سنڌي پهاڪن کي موضوع جي آڌار تي مکيه درجن ۾ ورهايو ويو آهي. باريڪيءَ سان ڇيد ڪرڻ تي هرهڪ درجي کي ننڍن ننڍن پيٽ درجن ۾ بہ ورهائي سگهجي ٿو. هرهڪ درجي ۾ مثال طور ڪجهہ چونڊيون ۽ پهاڪا ڏنا ويا آهن. انهن جي اپٽار ڪرڻ ۽ سمجهائي ڏيڻ کان هتي ڪنارو ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان هيءُ مقالو تمام گهڻو وڏي ويندو.

# موضوع موجب پهاڪن جا مکيہ درجا

## تاريخ سنبنڌي پهاڪا

پهاڪا پيڙهيءَ در پيڙهيءَ ايامن کان زباني روايت ذريعي هلندا پيا اچن. انهيءَ ڪري آڳاٽي دور جي تواريخ، واقعن، شخصيتن، ملڪي حالتن وغيره سان انهن جو واسطو هئڻ سياويڪ آهي. سنڌيءَ ۾ اهڙا گهڻيئي پهاڪا ملن ٿا، جن کي جدا جدا ننڍن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

### 1. واردات سنبنڌي

سنڌو نديءَ جو وهڪرو موجوده سنڌ صوبي ۾ ڪنهن زماني ۾ اڀرندي طرف کان ٿري، الهندي پاسي هليو ويو، اِها تواريخي واقعو آهي. اِن سان واسطو رکندڙ ڪجهہ لوڪ ڪٿائون ۽ بيت سنڌيءَ ۾ مشهور آهن. دلوراءِ جي لوڪ ڪهاڻيءَ ۾ سندس ظلمن سببان هن جي حڪومت پڙيانگ ٿيڻ جو مکيہ ڪارڻ، سنڌو نديءَ جو رخ بدلائڻ ڄاڻايل آهي. هيٺين بيتن ۾ بہ سنڌو نديءَ جي رخ مٽائڻ طرف اشارو آهي. اِهي سنڌيءَ ۾ پهاڪن جي روپ ۾ مشهور آهن ۽ عام طور ماموئي فقيرن جا چيل بيت ڄاڻايا ويندا آهن:

1- هاڪ وهي هاڪڙو، ٻڪي ٻنڌ اروڙ،
ٻهہ، ميڇي ۽ لوڙ، سمي ويندا سوڪڙي.

2- ڄر ويڄها مڙهئا، ننگر جي آڌار،
پراڻا پرار، نوان آڏجو تجهرا.

اِهي بيت هن روپ ۾ ٻہ مروج آهن:

1- هاڪ وهندو هاڪڙو، پڃندي ٻنڌ اروڙ،
ٻهہ، ميجي ۽ لوڙهہ، سمي ويندي سوڪڙي.

2- ننگر جي آڌار،متان ويهجو مڙهئا،
پراڻا پرار، نوان اڏجئو نجهرا.

اِنهن بيتن جي پهرين ڏنل پڙهڻي نبي بخش خان بلوچ مقرر ڪئي آهي. هُن صاحب اِنهن سان واسطو رکندڙ ڳالهين کي هن ريت سمجهايو آهي:

"اندازن چوٿين صدي هجريءَ جي وچ ڌاري، اروڙ وٽان درياءَ جي رخ ۾ ڦيرو آيو. جنهن سببان درياءَ جو مکيہ وهڪرو ڦري، بکر وٽان ۽ پوءِ هيٺ سيوهڻ ۽ ٺٽي طرف ڪان تيڻ لڳو ۽ اڳئين مکيہ درياءَ هاڪڙي (اَيرندي ناري) ۾ پاڻي گهٽجڻ لڳو. اِن بعد ايندڙ ٽن سون سالن ۾ – يعني اٺين صدي هجري (14 صدي عيسوي) جي وچ ڌاري، سڄو درياءُ پلٽ ڪائي بکر ۽ سيوهڻ وٽان وهڻ لڳو ۽ هاڪڙي ناري جي حيثيت فقط هڪ فاٽ جي وچي رهي. اِنهيءَ ڪري هيٺ پراڻ ۽ هاڪڙي ڍوري وارا گهٽا.پٽ غير آباد ٿي ويا ۽ ٺٽي وارو پاسو وڌيڪ سرسبز ۽ آباد ٿيو. اِهوئي سبب هو جو سيوهڻ ۽ ٺٽي طرف جي سمن زميندارن زور ورتو ۽ وڳهہ ڪوٽ، روپاهہ ۽ عمر ڪوٽ واري سومرن جي مرڪزي ايراضيءَ جي شادابي گهٽجي وئي ۽ پڻ سومرن جي مالي حالت ڪمزور ٿيڻ لڳي. سمن جي اُسرندڙ طاقت جي مقابلي ۾ سومرن جي پوئين حاڪم همير پٽ دودي ڪي سلطان فيرز شاهہ تغلق جي طرفان ملتان ۽ گجرات جي گورنرن مدد پئي ڪئي، ۽ سنڌ ۾ سومرن جا گهٽگهرا پڻ اِنهن اُميدن تي پئي ٽڳيا، جيڪي اِنهن بيتن ۾ ظاهر ڪيل آهن، يعني تہ –

1- شال هاڪڙو درياءَ وري ڇوٽ وهي! اروڙ ٻنڌ ڇاڻ پڃي! پوءِ (ٺٽي – سيوهڻ طرف سمن يا سندن سردار) سمي ڏانهن ٻهہ، ميجي ۽ لوڙهہ سوڪڙي ٿي ويندا (ڇاڪاڻ جو درياءَ هاڪڙي واري وهڪري مان سير ڪري وهندو ۽ ٺٽي واري پاسي ايترو پاڻي ڪونہ ويندو، جو اِتي ٻهہ، ميجي ۽ لوڙهہ ٿين.)

2- اي ماڙهئا! (سمن جي نئين وسايل) ٺٽي شهر (جي شاهوڪاري ۽ رونق) جي آسري متان وڃي اُن طرف ويهو (جو اُتي پاڻي به ڪونه ملندو؛ هاڪڙو درياءَ ڇاڻ وري پرجي وڙهو، اِنهيءَ ڪري چڱو ائين ٿيندو ته) پران جي پريان وڃي پنهنجا نوان گهر اڏيو (جتي وري وڏيو آباديون ٿينديون). (1)

"بابرڪت شيخ پنو، هڪ مئو، هڪ ٽٽو. "

هي پهاڪو به، سمن جي اوائلي دور جي هڪ واقعي سان لاڳاپو رکي ٿو. دهليءَ جو بادشاهه محمد تغلق سنڌ تي چڙهائي ڪري آيو. پر عيسوي سن 1351ع ۾ ٺٽي جي پاهران بيمار ٿي گذاري ويو. اُن بعد سن 1365ع ۾ سلطان فيروز شاهه ٺٽي تي چڙهائي ڪئي. پر سندس لشڪر ۾ رسد جي ڪمي ٿي پيئي ۽ گهوڙن ۾ وبا جي بيماري ڦهلجي ويئي. اِن ڪري سلطان ڪوچ ڪري گجرات طرف هليو ويو. ان تي سنڌ جي لشڪر ۾ خوشيءَ جو مٿيون نعرو پهاڪي جي صورت ۾ مروج ٿي ويو. شيخ يا پير پنو ڏکڻ سنڌ ۾ اُن زماني درويش هئو، جنهن جي دعا سان هي مصيبتون سنڌ تان ٽري ويون.

## 2. خاص شخصن ۽ راڄ گهراڻن سنبنڌي

چوڏهين عيسوي صديءَ جي آخري دور ۾ سنڌ ۾ سمن جي حڪومت هئي. سن 1375ع ڌاري ڄام جوڻي جي سازش سببان، ڄام تماچي کي دهليءَ ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ ڄام جوڻو، علاوالدين جي خطاب سان سنڌ جو حڪمران ٿيو. پر سندس راڄ جي ماڻهن جي ساڻس ڪا به دلي محبت ڪانه هئي. ڄام جوڻي اٽڪل 1375ع کان 1388ع تائين راڄ ڪيو. اُن بعد ڄام تماچي آزاد ٿي واپس سنڌ ۾ پهتو. هن ڄام جوڻي کي هٽائي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪيون. اِنهن شخصن سان واسطو رکندڙ درويشن جا چيل ڪي بيت به سنڌيءَ ۾ پهاڪن طور مشهور آهن:

جوڻو، مت اوڻو، ڄام تماچي آءُ،
سپاجهي پاجهه پيئي، تو سين ٽٽو، راءُ!

(هي بيت شيخ حماد جو چيل آهي. ڄام تماچيءَ کي دعا ڪندي، هو چوي ٿو ته ڄام جوڻو مت جو اوڻو يعني گهٽ (عقل وارو) آهي، جنهن اهڙو ڪڏو ڪم ڪيو. اي ڄام تماچي تون جلد اچ. توتي ڌڻيءَ جي مهر آهي. سچو ٽٽو توسان گڏ آهي.

(1) بلوچ، نبي بخش خان: سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ، 1990ع، ص 183-184

اِنهيءَ سلسلي ۾ درويش نوح هوتيانيءَ جي ٻه ساڳي معنيٰ واري دعا مشهور آهي:

جوٽو وڃي جهوري ماريو،
چار تماچي شهرين چاڙهيو.

جيئن ته اِهي درويش اُن دور جا آهن، تنهنڪري اِهي پهاڪا به چوڏهين عيسوي صديءَ جي آخري سالن جا ليکبا.

ميرن جي گهران ڦٽي
يا
ميرن کي گهر مان لڳي

- اِهي پهاڪا ميرن جي گهرو ڦوٽ جي ياد تا ڏيارين، جنهن جو فائدو وٺي سر چارلس نيپئر سن 1883ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو.

"آيا مير، ڀڳا پير" پهاڪي جو اشارو "

سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جي خاتمي ۽ ميرن يا ٽالپرن جي حڪومت شروع ٿيڻ طرف آهي- سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبي 1701ع کان 1782ع تائين هلي- اُن بعد ميرن جي حڪومت شروع ٿي. ڪلهوڙن کي ماڻهو پير به ڪري سڏيندا هئا ۽ سندن ڪيترائي مريد هئا. اِنڪري هتي پير جو مطلب ڪلهوڙن سان آهي-

3- اڳوڻين حالتن سنبنڌي

ڪيترن پهاڪن مان سنڌ جي اڳوڻين حالتن طرف به اشارو ملي ٿو. جيئن ته:

"پارسي گهوڙي چاڙهسي"
يا
"پڙهي پارسي وڪڻي ڪڻ تيل، ڏسو هي قسمت جو کيل"

- اهي پهاڪا مسلمانن جي حڪومت ۾ پارسي ٻوليءَ جي اهميت توڙي پارسي دان عالمن جي اوج طرف اشارو ڪن ٿا.

"انگريزن جي بادشاهيءَ تان سج لهي ئي ڪونه"

پهاڪي مان اِن حقيقت طرف اشارو آهي ته ڪنهن زماني ۾ انگريزن جي حڪومت تمام وسيع هئي- سندن حڪومت جي ڪنهن نه ڪنهن ڀاڱي تي هر وقت سج جي روشني هوندي هئي-

### 4- لوڪ ڪٿائن سنبنڌي

مڪاني لوڪ ڪٿائون ۽ نيم تواريخي قصا ڪيترن ئي پهاڪن کي جنم ڏين ٿا. جيئن ته،

"عمر وٺي وٺي مارئي وٺندو، ٿر ته ڪين ٿيلهيندو" ؟

اِن پهاڪي جو بنياد عمر مارئيءَ جو مشهور قصو آهي.

"چنيسر جي راڄ ۾ لکين ليلائون"

پهاڪي جو آڌار ليلا چنيسر جي لوڪ ڪٿا آهي.

"دلوراءِ جي نگري جان ناس ٿي ويندو"

اِنهيءَ جو اڌار دلوراءِ جو نيم - تواريخي قصو آهي.

ٻارن جي نصيحتت آميز آکاڻين به گهڻن ئي پهاڪن کي جنم ڏنو آهي. مثال طور،

"گدڙ ڊاک نه پڄي آکي ٿو کٽا"

پهاڪي جو بنياد گدڙ ۽ ڊاک جي منهن واري آکاڻي آهي. جنهن ۾ گدڙ ڊاک جا ڇڳا هٿ نه ڪري سگهڻ، بعد، نيٺ نا اميد ٿي چوي ٿو ته اها ڊاک مون کي کانه کپي، ڇاڪاڻ ته کٽي آهي.

"اها ڪڪڙ ئي مري ويئي، جا سونا آنا ڏيندي هئي"

ان پهاڪي جو واسطو ان آکاڻيءَ سان آهي، جنهن ۾ هڪ پڌيءَ عورت لالچ وس ٿي سيئي آنا هڪ ڏينهن حاصل ڪرڻ جي خيال کان ان ڪڪڙ کي ڪٺو. پر ڪيس هڪ آنو به حاصل نه ٿيو. ان تي هوءَ پنهنجي ڪيتي تي پڇتائڻ لڳي.

"ڪُجا راجا ڀوڄ ڪُجا گنگو تيلي؟"

يا

"ڪتي راجا ڀوڄ ڪتي گنگو تيلي،"

اهو پهاڪو نه فقط سنڌيءَ ۾ پر ٻين به ڪيترن ئي ڀارتي ٻولين ۾ مشهور آهي. ٻن شخصن جي وچ ۾ گهڻو فرق ڏيکارڻ لاءِ ان پهاڪن جو استعمال ڪيو ويندو آهي. ڀارت جي اتهاس ۾ 'ڀوڄ' نالي سان گهڻئي راجائون ملن ٿا. هن پهاڪي ۾ ڪهڙي راجا ڀوڄ جو ذڪر آهي، ان باري ۾ عالمن جي راين ۾ گهڻو اختلاف آهي، ساڳيءَ طرح، گنگو تيلي ڪير هئو، - ان جي پوري سڃاڻپ نه ٿي سگهي آهي.

”مهاراشٽر واڪ - سمپردايہ ڪوش“ جي سمپادڪن (مرتبن) ’داتي‘ ۽ ’ڪروي‘ جي ويچار ۾ هن پهاڪي ۾ ’پرمارونش‘ جي راجا ’مُنج‘ طرف اشارو آهي، جيڪو ڀوڄ جي نالي سان بہ مشهور هئو. ڪيس گنگ راج تيلپ (973-997ع) هڪ جنگ ۾ ماري ڇڏيو. انهيءَ جي نالي جو بگڙيل روپ تيلي آهي. ’ڀانڊارڪر انسٽيٽيوٽ‘ پوٺي جي اِڳوٺي ڪيوريٽر ’شري پي.ڪي. گوڊي‘ هن پهاڪي جو بنياد سنسڪرت قلمي نسخن ۾ مليل هڪ جهوني لوڪ ڪٿا ۾ ڏيکاريو آهي..ان ۾ ڏيکاريل آهي تہ اُڄين جي راجا ڀوڄ پنهنجيءَ درٻار ۾ هڪ گهمنڊي ودوان ڪيُ بحث مباحثہ ۾ هڪ رواجي تيليءَ هٿان شڪست ڏياري هئي.

مولانا نياز فتح پوريءَ هن پهاڪي جو بنياد اُن لوڪ ڪٿا ۾ ڄاڻايو آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي تہ، مالوا ۽ گجرات جي راجا ڀوڄ پنهنجيءَ ڌيءَ جي شادي هڪ رواجي تيليءَ سان ڪرائي ڇڏي، جنهن ديپڪ راڳ ڳائي راجا جي محل جا چراغ روشن ڪري ڏيکاريا هئا. ان طرح، هن شرط پورو ڪري راجڪماري حاصل ڪئي.

## قدرتي ماحول، وڻن ٽڻن ۽ پسن پکين سنبنڌي

انسان قدرت جي گود ۾ پلجي ٿو. وڏن شهرن ۾ رهندي پڻ هو قدرتي ماحول جي اثر هيٺ اچي ٿو. وڻ ٽڻ، پسون، پکي بہ سندس روزمرہ جي آزمودي جي دائري ۾ اچن ٿا. اِنڪري هر هڪ ٻوليءَ ۾ اِنهن بابت اسان کي گهٽيئي پهاڪا ملن ٿا. سنڌيءَ ۾ بہ اهڙي قسم جا پهاڪا جهجهي تعداد ۾ ملن ٿا. اُنهن جا ڪجهہ مثال هتي ڏجن ٿا.

### الف: آب هوا ۽ موسم

- اُتراڻ اُتريو، اڌ سيارو ڪُتريو.

(اُتراڻ يا مڪر اسنڪرانت پوهہ جي مهيني ۾ ٿيندو آهي. اُن بعد سنڌ ۾ سيءَ گهٽجڻ شروع ٿيندا آهن.)

- ڦڳڻ ڦولاريو، راتيان سيارو، ڏينهان اونهارو.

(ڦڳڻ يعني مارچ جي مهيني ۾ رات جو ٿڌ محسوس ٿيندي آهي،پر ڏينهن جو چڱي گرمي شروع ٿي ويندي آهي.)

- ڏکڻ مينهن نہ وسڻا، جي وسي تہ ٻوڙي، ڪانئر ڏک نہ هٽڻا جي هٽي تہ جهوري.

(سنڌ ۾ اڪثر ڪري ڏکڻ اولهہ طرف کان برسات نہ ايندي آهي. پر جيڪڏهن اِن طرف جي برسات پيئي تہ چڱي ٻوڙ ٻوڙان ڪري ڇڏيندي آهي.)

- سياري ۾ سيءُ پوي آڙهڙ ۾ آرايون، سند ڪنهين ۾ ڪونہ ڪو، ڪنهن ڪي سارهايون.

(سنڌ ۾ خاص طور اتر سنڌ ۾ سردي ۽ گرمي ٻئي گهٽيون ٿينديون آهن، جيڪي پريشان ڪندڙ آهن.)

- وسي تہ ڪوهہ نہ تہ روهہ.

(ڪوهستان وارو سنڌ جو علائقو برسات ۾ سهڻو لڳندو آهي، نہ تہ اهو بٽ ملڪ آهي.)

- وُٺو تہ ٿر، نہ تہ بر.

(ٿر ۾ برسات پيئي تہ سڄو علائقو سڪيو - ستابو ۽ سندر بڻجي پوي ٿو، نہ تہ اهو ريگستان آهي.)

## ب: وڻ - ٽڻ ۽ ٻوٽا - گاهہ

- اڪ ڪان الله رکي.

(خراب ماڻهن يا مصيبتن کان ڀڳوان بچائي).

- اڪن ڪان ٿو انب گهري ۽ ٻيرن ڪان ٻير.

(جنهن مان ڪنهن ڪم ٿيڻ جو آسرو نہ هجي، اُن ۾ اُميد رکجي.)

- انبن سندو ساءُ، ڪتان اچي اڪتڙن مان.

- آمون ڏهہ گامون

(انب جا وڻ هڪ ٻئي کان پري چڱي مفاصلي تي پوکبا تہ ڦل جهجهو ڏيندا.)

- اندر ٻڏ ٻهون، ٻاهر آٽڻ ان جو.

(ٻڏ = لاڙ ملڪ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ گاهہ جي پاڙ، جنهن کي ماڻهو ڏڪار ۾ اناج نہ ملڻ ڪري، پيهي اٽو ڪري کائين. ٻڏ جي اٽي کي چاهي ڪٽڪ جي اٽي جو آٽڻ لڳائبو، تڏهن بہ اُن جو سواد نہ بدلبو.)

- انبان پور، ڪلالان لاها.

(انب جي وڻ ۾ ٻهرين پور جهجهو نظر ايندو آهي، جيڪو هوا ۾ ڇڻي ويندو آهي ۽ ڦل تمام گهٽ ملندا آهن. ساڳيءَ طرح، ڪلال جي ڪمائي ڏسڻ ۾ گهڻي اچي، پر اوڌر - سوڌر ۾ ختم تي باقي ٿوري وڃي بچي.)

- لنب، مکڻ چنب .

(ٿر ۾ لنب نالي گاهہ پيدا ٿئي ٿو. اهو جڏهن ڪير ڏيندڙ چوپايو مال کائي ٿو، اُن جي ڪير مان مکڻ جو چنبو يعني جهجهو مکڻ نڪري ٿو.)

- سهڻا ٿوهر پٽن ۾ گهڻا.

(ٿوهر هڪ جهنگلي ول ۾ پيدا ٿيندڙ ڦل آهي، اهو گدري ڪان به وڌيڪ سهڻو نظر ايندو آهي. پر سواد ۾ تمام ڪوڙو هوندو آهي. ٻاهران جيڪو سٺو نظر اچي، پر اندر ۾ برو هجي، تنهن لاءِ چئجي.)

## ب: ميوا، ڀاڄيون

- ڏياريءَ ڏيئو ڏٺو، ننڍو وڏو چيڀر مٺو.
- گولاڙو ڳٺيان پچي.

(گولاڙو جهنگلي ول جو هڪ ميوو آهي، جيڪو ٻين ڦلن جي اُبتڙ يعني ڳٺيان هيٺيان پچندو آهي.)

- پلي سيري ڪان به پلي، سيري ۾ نه ساءُ، پلي گوڏا ڪوڙي ڪاءُ.

(پلي = گاهه جو هڪ قسم جيڪو ڪاڏي جي ڪتب اچي ٿو.)

- چٽ بڪيو موري ڪائي، موري بڪ گهٽيئي لائي

(موري پاڻ دير هضم آهي، پر ٻئي ڪاڏي سان گڏ ڪائڻ تي پاڻ بک کي وڌائيندي آهي.)

- واڱڻ ڪن کي وائي، ڪن پيٽي

(واڱڻ ڪن کي وائي سور پيدا ڪن ته ڪن کي ڀاءِ پون.)

- انب جون سکون انبڙين مان ته لهن.

## پ: پسون - پکي، جيو - جنتو

**پسون:** - اُٺ جي وات ۾ وڻ وجهه ته به رڙي، ڳڙ وجهه ته به رڙي.

- اُٺن جا بار ڪي گڏهه ڪٺن.
- اُٺ پنهنجي مٽ ۾ ترڪي.
- ڪتو چا چاٽي ڪٽڪ جي مانيءَ مان.
- ڪتو ڪڙم جو ويري.
- ٻڪري ڪير ڏئي ڦولهڙين گاڏر.
- اُٺ چري ٻٽيهه ته ٻڪري چري چٽيهه.
- ڪانياري ٻلي ڪوئي سندي (جي) جوءِ.
- ڪيرتيءَ ڳانءِ جي لت به پلي.
- ٻه شينهن ٻيلي ۾ نه ماپن (رهن).

پڪي: - "ماڏي ڪڪڙ ٻہ ڪڏهن ٻانگ ڏني آهي؟
- ڪانگ ڪي لڙ ۾ لاٿو (مزو).
- سياڻو ڪانءُ ٻہ ٽنگو ڦاسي.
- مور گھٽوئي سھڻو، پر سندس پير ونگا.

جيت: - مگُن ڏاڍي، ڪارڙي ڏاڍي، مگَ پڇي ڪارڙو مڇي، مگَ لُٺو ڪارڙو مئو.
(ڪارڙو = هڪ ترڪان ٻہ ننڍو ڪارو جيت جيڪو لاڙ ۾ ٿيندو آهي. مگُن جي پوک ۾ پيدا ٿئي ۽ مگُن جي لاباري ۾ ناس ٿي وڃي.)
- ڪيليءَ ڪي ڪڻ، هاٿي ڪي مڻ.
- ککر ۾ ڪڙو نہ هٽجي.
- گنجي جي متي ۾ نکا جون نکا ليک.
- جتي ڳڙ هوندو اُتي مکيون ضرور ايندون.
- ڏٻري ڍور کي مچر بہ گھڻا.

## ڪيتي - ٻاريءَ سنبنڌي

- جي وسي چيٽ، تہ اَن نہ ماپي ڪيٽ
(چيٽ جي برسات وسي تہ اناج جام پيدا ٿئي.)
- اُتم ڪيتي وڏندڙ واپار، نيچ نوڪري، پنڻ بيڪار.
- ڪلر منجهان ڪين ٿئي، توڙي جال پيارينس جر.
- ڪُني ڦرائجي پر پني نہ ڦرائجي.
- زمين ڪري تہ اَڪَ ڪري.
- پوک ڪٽو تہ ٿئي گھٽو.
- پوکين تان ڪي پوک جيسين پاڻي اٿيئي پاڙ ۾.
- پاڻ تہ ڪيتي، نہ ڪوري ريتي.
- جتي هر تتي گھر، جتي ماني تتي ماڳ.
- ڪيتي سر سيتي.
- اڳي ٻہ ان هئو، پوءِ بہ ٿيو ان، ڪانو ۽ پن، ويو وچئون نڪري.

# سماجي سرشتي سنبنڌي

## گڏيل ڪٽنب ۽ رشتيدارن سنبنڌي

سماجي سرشتي جو ننڍي ۾ ننڍو ايڪو آهي ڪٽنب يا آکهہ. ڪو زمانو هئو، جڏهن گڏيل ڪٽنب جو رواج هئو. هڪ ئي چلهہ تي پنجاهہ سٺ

ياتين جو ڪاڌو نهندو هئو. وقت گذرندي جدا جدا ڪارٽن ڪْري اِهو رواج
ويو گهٽبو. اڄ ڪالهہ جي حالتن ۾ جڏهن هڪ ئي ڪٽنب جا ڀاتي روزگار
سانگي الڳ الڳ هنڌن تي وڃي نوڪريون ڪن ٿا، تڏهن گڏيل ڪٽنب جو
ڍانچو گهٽجو ڪري ٽٽي پوي ٿو. ڪٽنب جي جدا جدا ڀاتين سان ۽ ٻين
رشيتيدارن سان واسطو رکندڙ پهاڪا هرهڪ ٻوليءَ ۾ گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا.
هتي اِنهيءَ قسم جي سنڌي پهاڪن جا ڪجهہ مثال ڏجن ٿا:

**الف: برادري يا نيات**

- ڪڙم قبيلي کان شل ڪو ڪٽو بہ ڌار نہ ٿئي.
- پنهنجا وري بہ پنهنجا.
- رت هميشه دانگيءَ ڏي (تي بہ) ورندو آهي.
- نيات آهي گت گنگا.
- پيو پَر، ويو گهَرُ.
- پت پيئي، وٽ پيئي.

**ب: پنهنجي گهر جو سک**

- پنهنجو گهر داتا جو در.
- پنهنجي گهر جهڙي ڪا ٻي بادشاهي؟
- جو سک اپني چوٻاري ۾، سو نهين بلخ بخاري ۾.
- جهنگ جو ٽتو گهر نري. گهر جو ٽتو ڪٿي نہ نري.

**ٻ: پيءُ**

- سنت اُهو جو گهاءُ سهي، پيءُ اُهو جو بار سهي.
- بابي جي بهار آهي.
- اَب جو ڏنو کهڙي ڪم جو، جاسين رب نہ ڏئي.
- باپ جي ڪٽيءَ ۽ آپ جي ڪٽيءَ وڏو سنڌو.

**ڀ: ماءُ**

- بي مندو بهار، ملي ماتا جي گود ۾.
- ماءُ ڏسي پيٽ، زال ڏسي خسيا.
- ماءُ جنڊ ڪڍئي، تہ بہ ڏيءَ آسائتي.
- ماءُ چٽيندي پٽڙا، ڀاڳ نہ ڏيندي ونڊ.

**ب: پٽ**

- پٽ پٽيتيءَ سندو، ڏهاڙي ۾ هٿ وڏي.
- پراوا پٽ جي پنهنجا ٿين ها، ته زالون سور ئي نه سهن ها.
- پٽ وٺي ڪنٽي وارو، ننهن وٺي لڏي واري.
- پٽ وڏيو سون وڏيو، ڌيءَ وڏي سئڙي لڳي.
- پٽ ڄائي ڪان پوءِ پٽ پڌري ٿئي.
- ڪاٺائو پٽ ڪاٺ ۾ پلو.
- پٽ ڪپٽ پينگهي ۾ پڌرو.

**ت: ڌيءَ**

- ڌيءَ ڌڻ وڌندڙ وڻ (ڌيءَ وڻ وانگر جلد وڌندي آهي.)
- پيئيءَ ليئيءَ ڌيءَ ڪم اچي.
- ڄاڻي وڻ هڪڙو ڄاڻي وڻ ٽيھ، شال نه ڄمي ڌيءَ جا ڏجي پرائي پٽ کي.
- ڪپاٽ پٽ ڪان سپاٽ ڌيءَ پلي.
- ڌيءَ پيڪي گهر جي ڏائڻ، ناٽي ساهريءَ گهر جو ڪتو.

(شاديءَ بعد ڌيءَ کي پيڪن ۾ گهڻو نه رهڻ کپي؛ ناٽيءَ کي ساهرن جي گهر ۾ گهڻو رهڻ نه گهرجي.)

- ڌيءَ پاڙي اندر ساڙي، ڌيءَ دور ڪاٺي چور.
- ڌيءَ گهر جي لڇمي آهي.

**ٿ: ڀاءُ**

(1) ڀاءُ آهي ڀاءُ، پر جي ٿئي دشمن ته ڪڍي ساهه.
(2) ڀائر وڌيا ته وير نه چڻجن.
(3) ڀاءُ مٽ، ڀاڄائي ساهيڙي.
(4) ٻه ڀائر ٽيون ليکو.
(5) ڏک ڪاٽجي ڀاءُ لڳ، شاهدي ڏجي الله لڳ.
(6) ڀائر ڪوٽ جا ڪنگر، پٽ گهر جي سونهن؛
وينا ڪن ورونهن، ڏجڻ ڏوران ئي ڏري.

**ٽ: ناناڻا**

(1) ناناڻن جي اڳيان ٿي ڏاڏاڻا ساراهي.
(2) ناني رڌڻ واري، ڏوهٽا ڪائڻ وارا.

(3) ناني نوري جتي ڪتي پوري.
(4) ڏوهٽا وڏندي جا ويري.
(5) ڪائي پيي ڏوهٽا، ڪوئبا ڏاڏي پوٽا. .

**ٺ: زال مڙس جو رشتو**

(1) ڪني ۽ وني ساهه ڏني به نه ڇڏجي.
(2) ڪاٺي وٺي به ڪانه، ڪاٺيءَ بنا سري به ڪانه.
(3) ڪُرڪٽي ڪانڌ ڪان ور ويلا جهنگ ۾.
(5) گهوٽ ڪنوار راضي ته ڪهه ڪندو قاضي؟
(6) ور ڪتيو ڪائجي، ور ڏنو نه ڪائجي.
(7) پولڙن کي به پنهنجون زالون پياريون آهن.
(8) راٺي جا راءَ ڪي وٺي.
(9) ڄڻ تان لک به قربان.
(10) سچ مرچان ڪوڙ ڳڙ، پير پيسا جوءِ گر، جيئن آکي تيئن پيو ٽر.

**ڊ: زال مڙس جو گڏجي گهر هلائڻ**

(1) مرد جي ڪُتي زال جي ڪيوٽي.
(2) مرد جي ڪتي زالِ جي سٽي؛ جي زال تي چٽي، ته مرد جي پاڙ ئي پٽي.
(3) گهٽين زالين گهر نه هلي، گهٽين مردين هر نه هلي.
(4) بيبي، نيڪ بخت ته پائيءَ جي دال تي وقت؛
بيبي بدبخت ته مهيني جي پگهار هڪ وقت.

**ڍ: نونهن**

(1) نونهن سيکو پٽي جي سارهائي، ڌيءَ سيکو پنهنجي سارهائي.
(2) نونهن آهي پن گهرن جو ڏيئو، پيکو به ٺاري ته ساهرو به ٺاري.
(3) ڌيئڙي سو ڪر جو ڏٺٺه ماءُ گهر، ننهڙي سو ڪر جو ڏٺه سس گهر.
(4) ڌڪ هڻ ڌيءَ کي ته سکي نونهن.
(5) نونهن گهر جي لڇمي آهي.

**ڃ: ناني**

(1) پٽ پيٽئون، ناني اکيئون.
(2) ڌيءَ پيڪي گهر جي ڏائڻ، ناني ساهر گهري جو ڪتو.

(3) ڇانا ابتا ڏاتا.
(4) نائي آهي ڪائي، پيو هردم ڇُپي.

## ڇ: مرد جا ساهرا

(1) سس ري نہ ساهرا، ساليءَ ري نہ نينهن،
چنڊ ري نہ راتڙي، سج ري نہ ڏينهن.
(2) سالا ڪائين ساليون ڪائين واهہ مارئي جي ڪٽي،
يائر ڪائين پينر ڪائين پيئي مارئي تي چٽي.
(3) سالا شينهن ڪي بہ پيارا.

## ڇ: سيڻ

(1) سيڻ آهن نيڻ.
(2) سيڻ ڪونہ ٿا ڳالهائن، ڳالهائن ٿا نيڻ.
(3) جن کي ڏنيون ڇايون، تن سان ڪهڙيون باهيون.
(4) ڏني ڇائي ڇٽي وائي.
(5) سيٹن جو ڏنو سانوڻ جو مينهن.
(6) سيٹن جو ڏنو آهي اکين جو ڍؤ.
(7) سيٽپو، ويٽپو، ويرپو.
(8) جن اڳيان وار وڇايان، تن سان ڪهڙو سينو سايان.
(9) سيڻ تہ سک، نہ تہ ڇڪ.
(10) سيڻ تہ نيڻ، نہ تہ ويڻ.

## جهہ: ڏيراڻيون

(1) کهہ پيو ڏيرپو، جنهن وڇايو پيٽپو.
(2) ڪني ڪني، پر ڏيراڻيءَ نہ ڏني.
(3) ڏيراڻيون توڙ جون ويراڻيون.
(4) پيڻ نہ ڪجي ڏيراياڻي، ٿي پوي (نہ) ويرياڻي.

## ڇ: شاديءَ جو رشتو

(1) انگ اڙيو ڇوڪرو ڪريو.
(2) پٽ پرٽيو معنيٰ پرنيو.
(3) ڇائو پٽ لٽي سک، پرٽيو پٽ پيئي پک.
(4) پٽ تيسين جيسين جوءِ ملي اٿس، پر ڌيءَ هميشه ڌي آهي.

(5) مگيو ته ويو ملڪ کان، پرٽيو ته ويو ماءُ پيءُ کان، چائس پار ته ويو پاڻ کان.
(6) ڪنو وڻي، وهه جي وڻي.
(7) پريو مڙس پٺ نه ڪجي، وجائجي نه وهي.
ڪٺڪن ۾ لابارا پوندا ته ماريو پوندو ڍهي.
(8) مڙس پوڙهو زال جوان، تنهن کي ڄاڻج ڪُڪِ جو ڪان.

## پاڙو

ڪٽنب جي دائري کان پوءِ سماج ۾ ٻيو دائرو آهي پاڙو. پاڙيسرين ۾ مٺ محبت آهي ته پاڙو جنت جهڙو چئبو آهي. پر جيڪڏهن منجهن ڦڪت يا اٽبٽت پيدا ٿئي ٿي، ته پوءِ پاڙو دوزخ بڻجيو پوي. اِنهن ٻنهي حالتن تي پهاڪا ملن ٿا. جيئن ته:

(1) پاڙو ابو امڙ آهي.
(2) پاڙون نبين کي به پيارو.
(3) سؤ ڏيئي پاڙو وٺجي، سؤ ڏيئي پاڙو ڇڏجي.
(4) جتي ويڙها، تتي جهيڙا.
(5) جتي باهه ٻري، اُتي جاءِ جلي، پاڙي واري کي ڪهڙو سيڪ.

## مذهب موجب ورڇ

ڀارتي سماج ۾ مذهب جي آڌار تي مکيه ٻه درجا آهن، هڪڙا هندو ٻيا مسلمان. ٻنهي ۾ وري ذاتين ۽ وڏ ننڍائيءَ موجب گهٽيئي ننڍا ننڍا درجا آهن، جن تي چڱي تعداد ۾ پهاڪا ملن ٿا. اهڙن پهاڪن جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

### الف: هندو ۽ مسلمان

(1) هندو ۽ مسلمان ٻئي پوٽا هڪ ڏاڏي جا.
(2) هندو آهن هوند تي.
(3) واڻيو وڙهي ويسيءَ سان.
(يعني ڪاڏي پيتي ۾ ڪنجوسي ڪري ناڻو جوڙي ٿو.)
(4) واڻيو اڏي ڪڏ مٽان ڪڏ، ڄٽ اڏي ڇڏ مٽان ڇڏ.
(واڻيو ڪمائي ٿو ته جايون - ڄڱهون اڏائي اُن ۾ پيسي جي سيڙپ ڪري ٿو. ٻئي طرف، هوند وارو مسلمان وري گهڻيون شاديون ٿو ڪري.)

(5) ميمڻ وجي مڪي، تہ بہ سير–ساهمي (وٽ تاراجي) تڪي.
(6) ميمڻ وجي مڪي، تہ بہ وٽ سندس ڪوتا.
(7) چانديا چور، شابراڻي (شباڻي) شاهد.
(8) خان جي خاني مانيءَ مان معلوم ٿئي.
(9) گهر جائي، گهر ۾ ئي ڏجي.
(مسلمانن ۾ شاديون ويجهن عزيزن ۾ ٿين ٿيون، اِن طرف اشارو)
(10) ميانِ (ملان) جي ڊوڙ مسيت تائين.
(11) چٽ جي دمڙي چني چمڙي، واڻئي جو سؤ ڪونهي ڀؤ.
(12) چٽ پڙهيو، الله اڙيو.
(13) ڪر يلائي چٽ سان، ڦيري هٽيئي پٽ سان.
(14) ڪامورو وڙهي قلم سان، چٽ وڙهي ڌڪي سان.

## ب: ملا ۽ قاضي

(1) نئون ملو زور سان بانگ ڏيندو آهي.
(2) ملو چور بانگو شاهد.
(3) منهن ۾ ملو دل ۾ ڪاسائي.
(4) ملو مئو، مهابو لٿو.
(5) قاضي جاڻي، قيامت (قيام) جاڻي.
(6) قاضي رشوت تي راضي.

## ٻ: ٻانيڻ

(1) ٻانيڻ ٻنهي لاءِ محتاج.
(2) براهمڻ جو وچن سورج جي ساکيا.
(3) مورک ٻانيڻ، ٻہ ٻارسيون.
(4) بدو پنو، ٻانيئڻ چاڙهيو ڪُنو، تہ ڪانون ويهي رنو.
(5) مٿي تٽ ٻانيڻ بہ نہ واچي.
(6) سنتوکي براهمڻو سکي.

# ذاتي مطابق ذاتيون

(1) ذات بہ تيلي سينڌ بہ ميلي.
(2) ڪٿي راجا ڀوڄ، ڪٿي گنگو تيلي.

(3) تيليءَ جو تيل سڙي، مشعالچيءَ جي گانڊ سڙي.
(4) هلڪڙي ذات حجم جي ٺڪر کي ٺنگو.
(5) ڪنير جي گهر ٻُتو دلو.
(6) ڪنير ڪنيارڻ سان نه پڄي، ته گڏهه جا ڪن مروڙي.
(7) ڌوٻيءَ جو ڪتو، نه گهر جو نه گهاٽ جو.
(8) ڌوٻيءَ جي گهر پيا چور، هو نه مُنو مُنا اور.
(9) ڌوٻيءَ جي گهران وينئي چو (شو).
(10) سونارو ماءُ جي نٿ مان به نه ٽري (مڙي).
(11) شير نه ڏيکيا ڏيک ٻلاڙا، چور نه ڏيکيا ڏيک سونارا.
(12) سوناري جا سؤ ڌڪ لوهار جو هڪ ڌڪ.
(13) لکيا لوهارن کي ٺڪر ۾ ٽاندا.
(14) موچيءَ جا گهڙيا موچيءَ جي منهن ۾.
(15) موچڪي رنبي حلال ۾ به وهي ته حرام ۾ به وهي.
(16) ڪوري ڪڏ ڪٽي، پر پاڻ اُن ۾ پوي.
(17) ڪوري هٽي نڙو، ته ٽٽي نه دڙو.
(18) نه ست نه ڪپاهه، ڪورين ۾ لٺيون ڌڪا.

## سرڪاري عملدار

(1) آفيسر جو اڳ ۽ گهوڙي جي پٺ ڪڏهن نه وڃي.
(2) حاڪم جي ياري، به آگر تاڪ بي سيءِ واري.
(3) ديوان جو دم دمڙيءَ جي دال تي.
(4) سيد ۽ سپاهي تن ڪان رکج يا الهائي.
(5) عامل (سپاهي) نه دوست، ڦقڙ نه گوشت.
(6) ڪامورو معنيٰ ماڪوڙو، جي چنبڙيو ته مئي به نه ڇڏي.
(7) حڪيمين ۽ حاڪمين شال نه ڪو تات پوي.
يا حڪيمين ۽ حاڪمين شل ڪنهن کي ڏٺي نه وجهي.

## زندگيءَ ۾ ناڻي جي اهميت

هر دور جي سماج ۾ ناڻي کي گهڻي اهميت ڏني ويئي آهي. ناڻو سماجي سرشتي جو مکيه انگ بڻجي ويو آهي. اِن ڪري پيسي جي مهما ۾ چڱي تعداد ۾ پهاڪا ملن ٿا. مثال طور،

(1) اُٺ ٻه ناٺو، ويهه ٻه ناٺو، ناٺي ٻنا نر ويڳاٺو.
(2) جنهن جي گنديءَ ۾ داڻا، تنهنجا چريا ٻه سياڻا.
(3) شاهوڪار جو ٽٽ ٻه ڪستوري.
(4) ڀڄمي، ڪلچڻ ڏڪٽي.
(5) مايا اچي ته انتو ڪري، وڃي ته چيلهه ڀڃي.
(6) سيڪو ٻيٽي جو يار آهي.
(7) سون سؤ ورهڻين ٻه سوايو.
(8) سون کي کهڙي ڪس.
(9) مايا ميڙ مکر سان، ماني کاءُ شکر سان.
(10) پئسي پلو مهانگو، رپئي پلو سهانگو.
(جڏهن ناڻو ڳنڍ ۾ آهي، تڏهن مهانگي شيءَ خريد ڪرڻ ۾ ڪو ويچار نٿو ڪجي).

## جيون درشن، لوڪ - وهنوار ۽ نيتيءَ سنبنڌي

هر هڪ ٻوليءَ ۾ اهڙا پهاڪا چڱي تعداد ۾ ملن ٿا، جن ۾ جيون جي فلاسافي، لوڪ-وشواس، نيتي-آديش، لوڪ-وهنوار، وغيره بابت اظهار يا هدايت هوندي آهي. اِن حصي جي پهاڪن جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

### الف: ايشور (خدا) جي هستيءَ ۾ اعتقاد

(1) ڪک پن ۾ پاڻ وسي ٿو.
(2) ڪِولِ کي ڪڻ، هاٿيءَ کي مڻ.
رازق سڀ ڪنهن کي رزق رسائي ٿو.
(3) سر سر رزق سنباهي ٿاڪر.
(4) جنهن کي رب رکي، تنهن کي ڪير چکي.
(5) ڏس آگي جا اسرار،جو عيب دار اڳي ڪري.
(6) عيبن کان آجو هڪ الله.
(7) جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون.

### ب: قسمت يا ڀاڳ ۾ وشواس

(1) سڀ داڻي پاڻيءَ جي اختيار آهي.
(2) تقدير اڳيان کهڙي تدبير.

(3) جيڪي هوندو پاڳ ۾، سو وهي پوندو پاڳ ۾.
(4) ڪرم هيڻ ڪيتي ڪري، ٻلد مري يا ٽوٽا پڙي.
(5) ڪنهن جي پاڳ سان ڪا ريس.
(6) روپ روئي ڪرم کائي.
يا سونهن سڪي قسمت کائي.

**ب: دنيا فاني آهي**

(1) ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾،
واريءَ سندو ڪوٽ، اڏيو اڏيو ڪيترو؟
(2) ڪوڏر ۽ ڪاني آهي سر هر ڪنهين.
(3) ماڪ جي قطري جئان تي زندگي انسان جي.
(4) گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا.

**پ: نيتي وچن**

(1) ري پنهنجي ڪتيءَ سير ٻري نه ٻاهر.
(2) خون ۽ ڪستوري ڳجهو نه رهي.
يا خون ۽ ڪستوري لڪائي نه لڪي.
(3) اڄ جو ڪم سڀان تي نه وجهجي.
(4) پت، تنهن تي پاٽي آهي.
(5) اندر ڏوتو ئي نه آهي ڏوئي ٿو ڏاڳا.
(6) من نه ٿيو مسلمان، ڪلمو پڙهيو ته ڇا ٿيو.
(7) انڌن وچي ملتان لڌو آ.
(8) زبان شيرين، ملڪ گيري.
(9) ڪچيءَ ڪنا نه وريا ته پڪيءَ ڇا ورندا.
(10) ڪم ڪي ڪم سيڪاري.

## ٻين موضوعن تي پهاڪا

هتي جن مکيه موضوعن تي پهاڪن جا مثال ڏنا ويا آهن، انهن کان سواءِ ٻيا به گهڻيئي نندا نندا موضوع آهن، جن تي پهاڪا ملن ٿا. حقيقت ۾ ڏسجي ته انسان جي وهنواري زندگيءَ جو اهڙو ڪو پهلو مشڪل ملندو، جنهن تي پهاڪو چيل نه هوندو. انهيءَ ۾ ڪل - پوڳ، طعنا طنڪا، ويس ـ

وڳا، ڪاڏا – پيتا، ريتون رسمون، ساٽ – سوڻ، وغيره گهڻيئي پهلو شامل آهن، جن تي پهاڪا چيا ويا آهن. مثال طور،

– ڏيهہ ڪري ڏياري تہ هرچند ڪري هولي. (وڏا ڏڻ) ،
– مٽي جو ڏيئو ڏهہ ڏينهن (رسم)؛
– سنتي تہ چڙهي ڏاگهہ تہ تنئي ڪٽ ڪانون هاب (رسم)؛ پنجابي ايڪ تہ ياوين ڏون، پنجابي ڏون تہ جهڳائي جهون. (ڪن خاص علائقن جا ماڻهو)؛
– اتڏا رکن روزا تہ ڏينهن بہ تين وڏا؛
– اتڏي رن پوتلبي ۾ خوش؛
– ڪاڻا سوامي نمسڪار، چي بابا وڙهڻ جا پار. (وڏ وارن ماڻهن جو حوالو)؛
– ڪلڙي جي ڪمائي، ڏاڙهي مڇ جي صفائيءَ ۾ وئي.
– شيرو پلو شاهہ جو نہ پيءُ جو نہ ماءُ جو؛
– ڏتلن پڳي ڏيڏري ڪائي ڪچا ڪوئا. (ڪل – يوڳ)؛
– جيڪو ڪري گيهہ سو نہ ڪري ماءُ پيءُ.
– ان وڏائي ڪويري (ڪاڏا – پيتا.)

## فاحش پهاڪا

هر هڪ ٻوليءَ ۾ فاحش ۽ گارين وارن پهاڪن جو بہ تعداد چڱو آهي، جيتوڻيڪ اُنهن جي استعمال جو دائرو ڪن خاص طبقن جي ماڻهن تائين محدود هوندو آهي. اهڙا پهاڪا گهڻو ڪري لکيل ۽ اوچي درجي جي ساهت ۾ ڪتب نہ آندا ويندا آهن. پر وهنوار زندگيءَ ۾ ڪن خاص طبقن جا ماڻهو جڏهن اُنهن جو استعمال ڪندا آهن، تہ اڳلي جو منهن وڃي پٽ سان لڳندو آهي. اِنهيءَ قسم جي پهاڪن کي بہ اثرائتي ۽ سياويڪ اظهار جي لحاظ کان نظر انداز نٿو ڪري سگهجي. اِن ڪري فلمن جي گفتگوءَ ۾ يا ادب ۾ ڪن خاص طبقن جي ماڻهن جي ڪردار نگاريءَ ۾ اهڙن پهاڪن جو استعمال ڪرڻ سان زمان ۽ مڪان جي خاص ماحول کي چٽڻ ۾ گهڻي مدد ملي ٿي. اهڙن پهاڪن جا ڪجهہ مثال آهن:

– ٽڪ بہ ڪلڙي جي، تہ ڳٽي بہ ڪلڙي جي.
– وڏو لن قاضيءَ بہ نہ ڪڍيو.
– واٽيو اڏي ڪڏ مٿان ڪڏ، چٽ اڏي چڏ مٿان چڏ.

- چڏ ياءُ کائي چورما، لن ياءُ کائي لپاتون.
- جن کي چڏن ۾ چير، سي کائين کنڊون ۽ کير،
جن کي چڏن ۾ پيلا، سي کائين ڌڪا ۽ ٺيلها.

(مطلب تہ سماج ۾ مرد جي پيٽ ۾ عورت کي مان – مرتبو، نوڪري، وغيره ملڻ ۾ آساني آهي.)

- ٺلهيءَ ڳئيءَ ٺڪ ناهي.

(وڏن ماڻهن جيڪڏهن ڪو اَجوڳو ڪم ڪيو، تہ ڪين ڪوبہ چئي يا ورجائي شرمسار ڪرڻ جي همت نہ ڪري سگهندو.)

# 8

# محاورن جو جنم ۽ ارتقا

محاورن تي ويچار ڪندي اسان ڏٺو، ته محاورا اڪري معنيٰ بدران ٻي معنيٰ ڏيندا آهن، جيڪا اسان ڪي بيان جي حوالي ۾ گهربل هوندي آهي. مثال طور، ”هو اتئيي ٻگهلو ڀڳت، ڪائنس خبردار رهجانءِ.“ هن جملي ۾ چوندڙ جو اهو مطلب هرگز نه آهي، ته ڪو اڳلو ڪو ٻگهه پکي آهي. پر سندس مطلب اهو آهي ته جنهن ماڻهوءَ کان خبردار رهڻ لاءِ تاڪيد ڪيل آهي، اهو ”ٺڳ، دوکيباز، مڪار“ آهي. هتي ”ٻگهلو ڀڳت هئڻ“ هڪ محاورو آهي، جنهن جي اڪري معنيٰ بدران ٻي معنيٰ ڪنئي ويئي آهي. محاورا ڏسَ، اِشاري، وينجنا ذريعي اڪري معنيٰ بدران ٻي معنيٰ کهڙيءَ ريت ڏيندا آهن، ان تي اڳ ئي وستار سان بحث ڪيو ويو آهي.

## محاورن جو جنم

ٻوليءَ ۾ محاورن جي استعمال سان هڪ نرالي سونهن پيدا ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ٻولي وڌيڪ زوردار ۽ اثرائتي بڻجي ٿي. انسان سياويڪ طرح سونهن ۽ نزاڪت کي چاهيندڙ آهي. سندس اها تمنا هوندي آهي، ته پنهنجن ويچارن ۽ خواهشن جو اهڙي سهڻي ۽ زوردار ڍنگ سان اظهار ڪري، جو ٻڌندڙ متاثر ٿي وڃن. انسان جي من جون اهي خواهشن ئي محاورن جي جنم جو مکيه ڪارڻ آهن.

پهاڪن وانگر محاورن جو جنم به عام ماڻهن جي روزمره واريءَ گفتگو مان ٿئي ٿو. محاورن کي گهڙڻ لاءِ عالمن جي ڪاميٽي مقرر ڪانه ڪئي ويئي، جنهن ڪنهن عاليشان عمارت ۾ گڏجي ويهي محاورا جوڙيا. اهي ته وهنواري زندگيءَ ۾ ڪتب ايندڙ ڳالهه ٻولهه واريءَ ٻوليءَ ۾ سياويڪ

طرح پيدا ٿيا آهن. اوهان ڏٺو هوندو ته هاري ناري، ڪمي ڪاسبي، لوهار-سونارا، ڪنير-مٽير (اوڏ)، مهاڻا ملاح، ڊکڻ-رازا، ماڇي - ساٽي وغيره پنهنجي ڌنڌي ڌاڙيءَ ۾ ڪيترا نه تز اصطلاح ۽ محاورا ڪتب ٿا آڻن. شهري ماڻهن کي اڪثر اهڙن محاورن ۽ ڌنڌن - پيشن سان واسطو رکندڙ خاص لفظن جي ڄاڻ نه هوندي آهي. ان ڪري شبد ڪوش يا لغات جوڙيندڙ عالم گهڻو ڪري جدا جدا ڌنڌن ۽ ڪيترن جي ماهرن سان ملاقاتون ڪري، سگهڙن سان ڪچهريون ڪري، ٻوليءَ جا لفظ ۽ محاورا ڪٺا ڪندا آهن ۽ انهن جي معنيٰ جي تصديق ڪندا آهن. مثال طور، پيڏي هڻڻ (ٽڳڻ، تور ۾ دوکو ڪرڻ) محاوري جولاڳاپو ڌنڌي - واپار سان آهي. 'پيڏي' لفظ جو مطلب آهي ڪرائيءَ جو اپريل هڏو. تور ۾ ٺڳي ڪندڙ اڪثر ڪرائيءَ جي هڏيءَ سان شاهميءَ جي ڪانيءَ تي تل ڏيئي وزن گهٽائي ڇڏيندو آهي.

'ڏگهري لٿي اٿس' يعني شرم حياءُ نه اٿس. هتي ڏگهري لفظ جو مطلب آهي ڪاٺ جي پٽي يا ميخ جا ڪرسيءَ وغيره کي جوڙ لاءِ هڻجي. ان لفظ جو سنبنڌ واڍڪي هنر سان آهي.

'ٽي داٽيون پوڻ' جو لاڳاپو چوپڙ راند سان آهي. ساڳيءَ طرح، 'ڪلر ۾ ٻج ڇٽڻ'، 'مين ميک ڪرڻ'، 'ڏڪڙ تي اٽو لڳڻ'، 'ڪوهه جي مٽي ڪوهه ۾ هڻڻ'، 'ٻن ٻيڙين تي سوار ٿيڻ'، 'تاڃيءَ پيٽي پٽ هڻڻ'، 'ٽگڙيون ٿيڻ'، 'ڪڳيون هڻڻ'، محاورن جو جنم زندگيءَ جي الڳ الڳ ڪيترن ۾ شخصي آزمودن ۽ مشاهدن سببان ٿيو آهي.

ٻـهاڪن جئان، محاوارا پڻ الڳ الڳ شخصن جي وهنواري زندگيءَ ۾ حاصل ڪيل تجربن جي پيدائش آهن. ڪنهن شخص جيڪي محسوس ڪيو، تنهن کي سهٽي نموني محاوريدار ٻوليءَ ۾ ظاهر ڪيائين. اظهار جو اهو ڍنگ اهڙ واثرائتو هئو، جو جن ٻڌو، انهيءَ کي وٺي ويو، پوءِ اهي به موقعي موجب انهن کي دهرائڻ لڳا. ان طرح ڪنهن هڪ شخص جو سرجڻ ڪيل لفظي ميڙ يا گفتو، ٻوليءَ ۾ ٻين جي اپنائڻ تي مروج ٿي محاوري جي درجي تي پهچي ويو. هتي انهيءَ ڳالهه جو ڌيان رکڻ گهرجي، ته ڪنهن به هڪ شخص جو چيل استعمال يا لفظي ميڙ تيستائين محاورو نه چئبو، جيستائين اهو ٻوليءَ ۾ 'روڍ' يا مروج نه ٿيو آهي، يعني ٻين دواران پڻ اهو ساڳئي مقرر روپ ۾ اپنايو نه ويو آهي.

## محاورن جو ارتقا

محاورن جي خاصيت بابت ويچار ڪندي اسان ڏٺو ته اهي ڪنهن مقرر روپ وارا (روڍ - استعمال) رواج ۾ آيل استعمال آهن، جيڪي اڪري معنيٰ بدران بيان جي مطابق ہي گهربل معنيٰ ڏيندا آهن. پر جهڙيءَ طرح ٻوليءَ جو روپ، ارتقا جي منزلن دوران بدلجڻ هڪ سياوينڪ ڳالهه آهي، تهڙيءَ طرح وقت گذرندي ڪن ڪن محاورن جي روپ توڙي معنيٰ ۾ تبديلي اچڻ به سياويڪ آهي. ان ڪي محاورن جو وڪاس به چيو وڃي ٿو. مثال طور، "ان جل هئڻ" محاوري جو مطلب آهي، ' قسمت ۾ لکيل هئڻ'. اهو محاورو هن روپن ۾ به واهپي ۾ آهي: 'داڻو پاڻي هئڻ'، 'آب داڻو هئڻ'، 'ان جل جي اختيار هئڻ'. سڀني روپن ۾ انهيءَ جي معنيٰ ۾ ڪوبه فرق نٿو پوي. ساڳيءَ طرح، 'آسمان مان تارا لاهڻ' (ڪهڙوبه ڏکيو ڪم ڪرڻ) محاورو "اڀ مان تارا لاهڻ" روپ ۾ به استعمال ٿيندو آهي. "ٻاهتريو آهي" جو ٻيو روپ" ٻاهتر ۾ آهي" پڻ استعمال ٿيندو آهي. ٻنهي جو مطلب ساڳيو آهي. يعني عقل ڪٿو اٿس. اهڙي قسم جي محاورن جي باري ۾ خاطريءَ سان اهو فيصلو ڪرڻ ممڪن نہ آهي، تہ انهن جو اصل روپ ڪهڙو هئو ۽ بدليل روپ ڪهڙو آهي؟ ان هوندي پڻ ڪن محاورن جي اصلوڪي روپ جي باري ۾ ڪي قدر انومان ڪري سگهجي ٿو. جيئن تہ، سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد اوائلي ويدڪ پراڪرت مان آهي، جيڪا سنڌ واري علائقي ۾ ڳالهائي ويندي هئي، ۽ سنسڪرت، پراڪرت، اپڀرنش ٻولين سان انهيءَ جو ساڳئي ڪتنب مان هئڻ ڪري ويجهي ۾ ويجهو ناتو آهي. ان ڪري جن محاورن ۾ تتسم يا تديو لفظ ملن ٿا، انهن جي اهڙي روپ کي مول روپ ليکي سگهجي ٿو. مثال طور، "ان جل هئڻ" اصلوڪو روپ مڃي سگهجي ٿو ۽ "آب داڻو هئڻ" ان جو فارسي، اردوءَ جي اثر ڪري بدليل روپ چئي سگهجي ٿو.

تهذيب ۽ ثقافت جي ارتقا سان گڏ، زبان ۾ بہ نوان نوان لفظ، محاورا ۽ استعمال جڙن ٿا. سنڌيءَ ۾ پڻ هاڻوڪي دور جي اثر ڪري چڱائي نوان محاورا استعمال ٿيڻ لڳا آهن. مثال طور،

چارسؤ ويهہ هئڻ (ٺڳ چور هئڻ)، پالش لڳائڻ، مکڻ لڳائڻ، ٻترنگ ڪرڻ(تنهي جو مطلب آهي خوشامد ڪرڻ)، چمچو هئڻ (خوشامدڙيو هئڻ) سنڌيءَ ۾ داخل ٿيل نوان محاورا آهن.

ٻين ٻولين جي اثر ڪري ٻه هر هڪ زبان ۾ محاورن جو ذخيرو وڌندو رهي ٿو. ٻين آريائي ٻولين وانگر سنڌيءَ کي به گهڻيئي محاورا آڳاٽين آريائي ٻولين کان ورثي ۾مليا آهن، جيئن ته،

وڄ ڪرڻ(مصيبت پوڻ. اٿرو ويد ۾ پريوگ ڏسو- وديت هنشيتي، جنهن جي بلڪل ساڳي معنيٰ آهي.)

پاڙئون پٽڻ (جڙ کان ناس ڪرڻ، پيٽيو ڪٺ اپنشد ۾ پريوگ مولتو وناش)

موت جي منهن مان ڪڍڻ(ڪٺ اپنشد: مرتيو مکتا پرمڪتم) آڳاٽي ڀارتي ادب کان ورثي ۾ مليل اهڙن محاورن يا ٻوليءَ جي استعمال جو ڀنڊار سنڌيءَ ۾جام آهي پر ان ڪانسواءِ عربي- فارسيءَ، اردو-هنديءَ ۽ انگريزيءَ جي اثر ڪري به گهڻيئي نوان نوان محاورا سنڌيءَ ۾ واهپي ۾ اچي ويا آهن. انهن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

فارسي: پوست ڪشيدن.

اردو- کال کينچنا.

سنڌي: کل لاهڻ.

فارسي: پنبا درگوش نهادن.

هنديءَ: ڪان ۾ روئي دينا.

سنڌي: ڪنن ۾ ” ڪپهه وجهڻ“

اڄ ڪلهه ڀارت جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ توڙي معياري لکڻين ۾ هندي محاورا چڱي تعداد ۾ واهپي ۾ پيا اچن. اهڙن محاورن جا ڪجهه مثال آهن:

لنگوٽيو يار هئڻ (لنگوٽيا يار هونا)،

ڏند ڪتا ڪرڻ (دانت کٽي ڪرنا)،

ٻيڙو کڻڻ (بيڙا اٹانا)،

الٽي گنگا وهڻ (الٽي گنگا بهنا)،

گهاٽ گهاٽ جو پاڻي پيئڻ (گهاٽ گهاٽ ڪا پاني پينا)،

ٽين وار ڪرڻ، (تين وال ڪرنا يا تين بار هونا)،

هٿ ڌوئي پٺيان پوڻ (هات ڌوڪر پيڇي پڙنا)،

جوٺن ٽڪرن تي پلجڻ (جوٺي ٽڪڙون پر پلنا)،

رام ٻاڻ هئڻ (رام باڻ هونا)،

ستيوادي هرشچندر ھئڻ (ستيہ وادي ھرشچندر ھونا).

لال جهنڊي، هري جهنڊي، سفيد جهنڊي ڏيکارڻ (لال، هري، سفيد جهنڊي دکانا)

انگريزيءَ جي اثر هيٺ سنڌيءَ ۾ داخل ٿيل محاورن جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

- اکين جو تارو، اکين جي پتلي (هندي: آنک کي پتلي)

  (Apple of one's eye)

- پڇ پائي ڀڄڻ (هندي: دم دبا کر ڀاگنا)

  (He ran away with his tail between his legs)

- ڌرتي آسمان هڪ ڪرڻ (آڪاش پاتال ايڪ ڪرنا)

  (to move heaven and earth)

- هوائي قلعا اڏڻ (هوائي قلعي بنانا)

  To build castles in the air

- هڪ تير سان ٻه شڪار ڪرڻ، هڪ پٿر سان ٻه پکي مارڻ (ايک پٿر سي دو چڙيا مارنا، ايڪ پنٿ دو ڪاڄ)

  To kill two birds with one stone

- ساڄڙ يا ساڄ - هٿيو هئڻ (داهنا هات هونا)

  (A right hand man)

جدا جدا ٻولين جي محاورن ۾ هڪجهڙائي هئڻ جو ڪارڻ فقط هڪ ٻوليءَ جو ٻيءَ ٻوليءَ تي اثر هئڻ نہ آهي. ان جا ٻيا بہ سبب ٿي سگهن ٿا، جيڪا آهن: انسان جي تجربن، سوچ ويچار ۾ هڪجهڙائي، انساني من ۽ سياءُ ۽ جذبن ۾ هڪجهڙائي. انهيءَ ڪري دنيا جي دور دور ملڪن جي ٻولين ۾ سرجيل ساهت ۾ بہ انسانيت جي بنيادي خواهشن، جذبن ۽ امنگن جي اظهار ۾ هڪجهڙائي نظر اچي ٿي.

# 9

# محاورن جي ورهاست

## الفابيٽ موجب محاورن جي ترتيب

جدا جدا ٻولين ۾ محاورن جا جيڪي به ننڍا وڏا مجموعا تيار ڪيا ويا آهن، انهن ۾ محاورن کي انهن ٻولين جي الفابيٽ موجب ترتيب ڏيئي رکيو ويو آهي. اهوئي سڀ کان سهڻو طريقو آهي، جنهن موجب ڪنهن به محاوري جو مطلب آسانيءَ سان ڳولي سمجهي سگهجي ٿو. سنڌيءَ ۾ پڻ محاورن جا مجموعا تيار ڪندڙن اها واٽ ورتي آهي.

## موضوع موجب ورهاست

پهاڪن ۽ چوٽين جو اڀياس ڪندي اسان ڏٺو ته لساني جي بيهڪ جي خيال کان پهاڪا ۽ چوٽيون پورا جملا آهن يا جملن جا ايڪا آهن. ان ڪري انهن ۾ ڪنهن خاص موضوع جو ذڪر هوندو آهي. اُن ۾ شڪ نہ آهي تہ هڪ ئي پهاڪي ۾ الڳ الڳ موضوعن جو بيان ٿي سگهي ٿو، يا جدا جدا بيان جي حوالي ۾ ڪتب اچڻ تي پهاڪو الڳ الڳ مطلب ظاهر ڪري سگهي ٿو. ان ڪري پهاڪن کي موضوع موجب جدا جدا درجن ۾ رکڻ ۾ مشڪلات ٿئي ٿي. ٻئي طرف ڏسجي تہ ٻوليءَ جي بيهڪ جي لحاظ کان محاورو يا اصطلاح فقط هڪ لفظي ميڙ آهي يا فقرو آهي، جيڪو ڪنهن جملي جو جزو ٿي ڪتب ايندو آهي. انهيءَ جو حاصل مطلب بيان جي حوالي مان ظاهر ٿيندو آهي. ان ڪري محاوري ۾ ڪنهن خاص موضوع جو ذڪر نہ هوندو آهي. انهيءَ هوندي پڻ محاوري جي بيهڪ ۾ جيڪو خاص مرڪزي لفظ ڪتب آيل آهي، جنهن جي آڌر تي اهو محاورو جڙيل آهي. تنهن کي ڌيان ۾ رکي اسين ان محاوري جو واسطو الڳ الڳ موضوع يا شين وغيره سان

ڏيکاري سگهون ٿا. مثال طور.

اُپ ۾ ترارون هڻڻ(وڏائي ڪرڻ) ۾ اُپ مرڪزي لفظ آهي.

بخت کي اٽون هڻڻ (بيعقلي بي شڪريءَ جي هلت ڪرڻ) محاوري ۾ بخت مکيہ لفظ آهي.

اٽي ۾ لوڻ هڻڻ (توري انداز يا تعداد ۾ هڻڻ) محاوري ۾ اٽو مکيہ لفظ آهي.

جن محاورن ۾ مصدر کان سواءِ فقط ٻيو هڪڙو ئي لفظ ڪتب آيل آهي. (جيئن تہ، اک کڍڻ، پيٽ پوڻ، سيج پچائڻ) اتي مکيہ لفظ جي چونڊ ڪرڻ جو سوال ئي نٿو اٿي. انهيءَ طرح محاورن جي رچنا ۾ مکيہ لفظن جي آڌار تي اسين محاورن کي الڳ الڳ درجن ۾ ورهائي سگهون ٿا.

انسان جي تجربي جو دائرو جيترو وسيع هوندو، اوترا ئي گهڻا ۽ الڳ الڳ موضوعن سان واسطو رکندڙ محاورا سندس ٻوليءَ ۾ ملندا. جيئن جيئن نئين تهذيب ۽ ثقافت جي اثر هيٺ ڪا لساني سماج اڳي ٿي، تيئين تيئين انهيءَ جي ٻولي ۾ محاورن جو تعداد وڌي ٿو وڌندو. هتي سڀني موضوعن جي آڌار تي ٺهيل محاورن جي ورهاست ڪرڻ منهنجو مقصد نہ آهي. ان ڪري فقط مکيہ موضوع جو هتي ذڪر ڪجي ٿو، جن جي آڌار تي سنڌيءَ ۾ محاورا ٺهيا آهن. هر هڪ موضوع جي درجي بندي اندر ننڍا ننڍا ٻيا بہ درجہ مقرر ڪري سگهجن ٿا.

## 1- اتهاس، لوڪ ڪٿائون ۽ آکاڻيون

رامائڻ ۽ مهاڀارت سڀني ڀارتي ٻولين جي ادب لاءِ سرچشما آهن. انهن جي ڪٿائن ۽ شخصيت جي آڌار تي ٺهيل محاورا ڪيترين ئي هاڻوڪين ٻولين ۾ مروج آهن. سنڌيءَ ۾ اهڙن محاورن جا مثال آهن:

رام ٻاڻ هڻڻ (اچوڪ، اٽر هڻڻ).

ڪنيڪرڻ واري ننڊ هڻڻ (گهري ننڊ هڻڻ)

مهاڀارت مچڻ يا شروع ٿيڻ (جهيڙو، لڙائي شروع ٿيڻ)

نادري حڪم ڪرڻ، نادر شاهي هڻڻ (ظلم، زور زبردستي ڪرڻ) محاوري جو سنٻنڌ نادرشاهہ بادشاهہ (1687- 1747ع) سان آهي. سن 1736ع ۾ هن ايران جي تخت تي قبضو ڪري، صفوي خاندان جو خاتمو آندو. ان بعد هن اتر- اولهہ هندستان جي ڪن حصن تي حملو ڪيو. 1739ع ۾ سنڌ تي حملو ڪري، اتي گهڻي تباهي آندائين. هو نهايت ظالم بادشاهہ هئو، جنهن

تان اهي محاورا مشهور ٿيا.

گهوڙا گهوڙا ڪرڻ يا گهوڙا ڙي گهوڙا (دانهون ڪرڻ) يا گهوڙا پونس (مصيبت پويس) محاورن جو لاڳاپو ڏاڙيل يا دشمن جي حملن سان آهي، دشمن جي لشڪر ڪي گهوڙن تي ايندو ڏسي، خابرو حملي کان اڳ ۾ ئي ڳوٺ وارن کي رڙيون ڪري خبردار ڪندا هئا. ڪن عالمن جي راءِ ۾ اهو محاورو سنڌ تي مدد خان پٺاڻ جي حملي ڪرڻ وقت نهيو آهي. هن سنڌين تي گهڻي ئي ظلم ڪيا. ان ڪري سنڌس لشڪر کي پري کان ئي ايندو ڏسي ماڻهو "گهوڙا ڙي گهوڙا" چوندا، ڳوٺن مان ڀڄڻ لڳندا هئا.

رستم هئڻ (وڏو پهلوان هئڻ) محاوري جو اشارو ايران جي مشهور پهلوان رستم ڏانهن آهي. ساڳيءَ طرح، سڪندر هئڻ (ٻلوان هئڻ) مقدر جو سڪندر هئڻ (پنهنجي قسمت پاڻ ٺاهڻ) محاورا يونان جي مشهور بادشاهه سڪندر جي ياد تا ڏيارين. جنهن آڳاٽي زماني ۾ اتر- اولهه هندستان تي ڪاهه ڪئي هئي. ۽ سنڌ تي به حملو ڪيو هئو.

ليلا مجنون هئڻ (پاڻ ۾ تمام گهڻو پريم هئڻ)، ڪُتي ڪائون مجنون هئڻ (آرام پسند هئڻ) محاورا ليلا مجنونءَ جي قصي تي ٻڌل آهن. ساڳيءَ طرح، نوري ڄماڻي هئڻ (تمام حليمر ۽ نهٺي هئڻ) جو لاڳاپو نوري ڄام تماچيءَ جي قصي سان آهي.

ٻارن جي نصحيت آميز آکاڻين جي آڌار تي به گهڻيئي محاورا ٺهيل آهن. جيئن ته، سونا آنا ڏيندڙ مرغي هئڻ (گهڻيءَ آمدنيءَ وارو وسيلو هٿ ۾ هئڻ) محاورو ان آکاڻيءَ تي ٻيٺل آهي، جنهن ۾ ڪنهن ٻڍيءَ کي هڪ مرغي هوندي هئي، جيڪا هر روز هڪ سونو آنو ڏيندي هئي. هڪ ڏينهن ان ٻڍيءَ عورت سڀ سونا آنا هڪ ئي وقت حاصل ڪرڻ جي لالچ ۾ ان مرغيءَ جو پيٽ چيري هن کي ماري ڇڏيو. پوءِ آنا نه ملڻ تي پنهنجي ڪئي تي پڇتائڻ لڳي.

انگور کٽا هئڻ (ڀڄي نه سگهڻ ڪري ڪو بهانو ڏيئي ڪا ڳالهه ڇڏي ڏيڻ) محاوري جو آڌار گدڙ ۽ ڊاک جي منهن واري مشهور آکاڻي آهي. گدڙ جڏهن منهن ۾ مٿي لٽڪندڙ ڊاک حاصل ڪري نه سگهيو، ته 'پوءِ ته کٽا' چئي اتان هليو ويو.

## 2. قدرتي ماحول، وڻ - ٽڻ ۽ پسون پکي، وغيره

انهن موضوع سان واسطو رکندڙ محاورا هر هڪ ٻوليءَ ۾ گهڻي تعداد

۾ ملن ٿا. سنڌي محاورن جا ڪجهہ مثال هن ريت آهن:

**الف: قسمتي ماحول:**

آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ (تمام اونچو هئڻ)؛
اپ ۾ ڪکر ٿيڻ (اميد پوري ٿيڻ)؛
وڄ ڪرڻ (مصيبت پوڻ)؛
التي گنگا وهڻ (ابتي ريت هئڻ)؛
پاڻيءَ تي ليڪو هئڻ (ڪن پنگر، استر هئڻ)؛
جل ۾ ڪنول جئان هئڻ (نرليپ، نرمل هئڻ).

**ب: وڻ ٽڻ، ٻوٽا، ونسپتي**

ٻير پوکڻ (حاجي رسسائڻ)،
اڪ ڪرڻ (خراب ڪرڻ)؛
موري گجر سمجهڻ (تڇ، خسيس سمجهڻ)،
ڪارو ڪٻر هئڻ (ٻئي کي خراب ڪندڙ هئڻ.)

**ٻ: پسون پکي**

گهاٽي جي ڏاند وانگر وهڻ (پتڪڻ،سخت محند ڪرڻ)،
گونگي ڳانءِ هئڻ (حليم، مانيٺو سياءَ هئڻ)؛
سوئر وانگي ڪنڌ ۾ ڪلي هئڻ (مغروري هئڻ)؛
ڪتي ٻليءَ ڪان قابو هئڻ (بلڪل سوگهو هئڻ)؛
ٽاٽارڪي ٻلي هئڻ (نٽر، نود هئڻ).

**پ: جيو - جنتو**

کوهہ جو ڏيڏر هئڻ (محدود ڄاڻ رکندڙ هئڻ)؛
چور تي لڳڻ (چنبڙي پوڻ)؛
چچڙ تي پوڻ (جند نہ ڇڏڻ، چنبڙي پوڻ)،
سانڊي وانگر رنگ بدلڻ (هڪ زبانو يا هڪ پاسي نہ هئڻ)؛
نانگ کي کير پيارڻ (دشمن سان ڀلائي ڪرڻ)؛
گهر جي گهريتڙي هئڻ (گهر ڪان ٻاهر نہ نڪرڻ)؛
ڏئي مک ڳهڻ (ڏسي وائسي خراب ڪم ڪرڻ).

**پ: کيتي ٻاري:**
کوڙيءَ کي گهمرو هئڻ (سڀ هڪجهڙا هئڻ)؛
کيت کانياٺي چڏڻ (سڀ لاڳاپا لاهڻ)؛
کي مينهاٺو کي رجاٺو اچڻ (گهٽ پاسن کان آمدني اچڻ)؛
ربيع نہ خريف هئڻ (ڪوبہ واسطو نہ هئڻ)؛
کلر ۾ ٻج ڇٽڻ (ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيڻ، اجائي محنت ڪرڻ).

## 3. جسم جي عضون سان واسطو رکندڙ

هن درجي ۾ محاورا تمام گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا. انهن ۾ خاص ڪري فعل جي مٽ - سٽ سان محاوري جو مقصد بہ بدلجي ويندو آهي. ڪجهہ مثال هن ريت آهن:

**الف: اک:** اک ڏيکارڻ (ڇينڀڻ)؛
اک ٽيٽ ڪرڻ (اڻ لکو ڏسڻ)،
اکيون چرخ ٿيڻ (حيرت ۾ پوڻ)؛
اکيون پوري ڪم ڪرڻ (بنا سوچ وچار جي ڪم ڪرڻ).
**ب: ڪن:** ڪن ڏيڻ (ڌيان سان ٻڌڻ)؛
ڪن پرڻ (ڪوريون سچيون ڳالهيون ٻڌائي پڙڪائڻ)؛
ڪن هڻڻ (ٺهڻ).

**پ: ڪنڌ:** ڪنڌ ڪيائڻ (ناڪار ڪرڻ)؛
ڪنڌ ڪڻڻ (ماناٺو ڏسڻ ۾ اچڻ)؛
ڪنڌ کي وهاٺو ڏيئي وهڻ (بي اونو، بي پرواهہ ٿي وهڻ).

**ڀ: نڪ:** نڪ وڍيو هئڻ (بي شرمو هئڻ)؛
نڪ کي مر نہ لائڻ (پاڻ کي لڄي نہ ڪرڻ)؛
نڪ وڍڻ (جٺ ڪرڻ).

**ت: هٿ:** هٿ اٽڪائڻ (وڙهڻ)؛
هٿ ڪرڻ (حاصل ڪرڻ)؛
هٿ ٽنگڻ (سوال ڪرڻ)؛
هٿ ڪپي ڏيڻ (لکي ڏيڻ).

ٿ: پيٽ: پيٽ پريو هئڻ (مغروري هئڻ)؛
پيٽ پٺيءَ سان لڳڻ (ڪمزور هئڻ)؛
پيٽ ۾ ساهه پوڻ (دل جاءِ تيڻ)؛
پيٽ پوڻ (پاءِ پوڻ).

ٿ: پير: پير تي ڪهاڙو هڻڻ (پاڻ کي پاڻيهي نقصان رسائڻ)؛
پير تپڻ (وڃڻ لاءِ آتو ٿيڻ)؛
پير ۾ پدم هئڻ (وڏي ڀاڳ وارو هئڻ)؛
پير پرڻ (سٺي هلت ڪرڻ).

## سماجي حالتون، ريتون رسمون

هن درجي جي محاورن جو آڌار سماج جون حالتون، ريتون رسمون وغيره آهن. انهن جي باريڪ اڀياس ڪرڻ سان سماج جو چٽو اکين سامهون ظاهر ٿي بيهندو آهي. ٻهاڪن ۽ محاورن ۾ سنڌيت واري باب اندر ان موضوع تي ويچار ڪيو ويو آهي. هتي فقط ڪجهه محاورا مثال طور ڏجن ٿا:

ججھ تي بيهڻ (اڻنگو خرچ ڪرڻ)؛
پڳڙيون ٿيڻ (نقصان پوڻ)؛
تاندو توڙي بند ڪرڻ (نيات مان ڪيڻ)؛
تالهيئون لاهڻ (برادريءَ مان ڪيڻ)؛
ڏينهن جو ڏيئو ٻارڻ (ڏيوالو ڪيڻ)؛
گورو ٿي گنگا تي هئڻ (آخري وقت هئڻ، نقصان ٿيڻ)؛
ڏتر سنوان نه هئڻ (پاڻ ۾ اڻبڻت هئڻ)؛
ڏاڙهي ڏيڻ يا ڏاڙهيءَ تي هٿ رکڻ (وچن ڏيڻ).

## لوڪ - وشواس ۽ عقيدا

ستارو گردش ۾ هئڻ (قسمت خراب هئڻ)؛
ستارو زور هئڻ (نصيب زور هئڻ)؛
پير ۾ چنچر هئڻ (ڀٽڪڻ، رلڻ)؛
گرهڻ لڳڻ (هاڃي ٿيڻ، بدنصيبي هئڻ)؛
ڇانيا پوڻ (جن ڀوت جي لڳت هئڻ)؛
مين ميک ڪرڻ (سوچ ويچار ڪرڻ)؛
پير ۾ پدم هئڻ (ڀاڳن ورو هئڻ).

## سنگيت ۽ ناچ-گانا

ڏڪڙ تي اتو لڳڻ (ڄڳهڙو ٿيڻ)؛
ڏمال ڪيڻ (ڇند ڪيڻ، ڇينيڻ)؛
دهل تي ڏونڪو لڳڻ (ڳالهه ظاهر ٿيڻ، ڪلي عام چوڻ)؛
ڪڳيون هڻڻ يا هنيوچيون هڻڻ (تمام خوش ٿيڻ)؛
سُر ۾ سُر ملائڻ (ٻئي جي پٺڀرائي ڪرڻ)
مينڊ ۾ مارئي ڳائڻ (سس پس ڪرڻ، ڪليءَ طرح نہ چوڻ)؛
مرليون وڄائڻ (خوشامد ڪرڻ، ريجهائڻ)؛
ست سُري ٻڌائڻ (سڌي طرح ٻڌائڻ)؛
تيرهن تالو هڻڻ (نخريلو، چالاڪ هئڻ).

## رانديون

ڪمر ڪشڻ (تيار ٿيڻ)؛
ٻانهون ڪنجڻ (وڙهڻ لاءِ تيار ٿي اچڻ)؛
پنئن ٻارهن هڻڻ (گهڻي سوڀ حاصل ڪرڻ)؛
ٽي داٽيون پوڻ (هار ٿيڻ)؛
ساري سر هڻڻ (قسمت زور هئڻ)؛
پنجون لڙائڻ (مقابلو ڪرڻ)؛
ٻاون ڏيڻ (شڪست ڏيڻ).

## فاحش محاورا

فاحش محاورا عام ماڻهن جي روزاني وهنوار واريءَ زندگيءَ جي اپج آهن. ان ڪري سماج جي هيٺئين طبقي جي ماڻهن جي گفتگوءَ ۾ اڪثر فاحش لفظ ۽ محاورا پيا استعمال ٿيندا آهن. انهن جي واهپي جو دائرو جيتوڻيڪ محدود آهي، تنهن هوندي پڻ انهن مان سماج جي ڪنهن خاص طبقي جي سوچ - ويچار ۽ من جي حالتن توڙي جذبن جو عڪس ظاهر ٿئي ٿو. اهڙن محاورن جا ڪجهه مثال هن ريت آهن:

ٽٽ ڏيڻ (اجايو بڪڻ)؛
ٽٽ سان سوپاريون پيڃڻ (وڏو دم هڻڻ: اجائي هام هڻڻ)؛
هنگڻ مهل وٽ سنيالڻ (عين وقت تي گهربل شيءِ هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ)؛

ڪَچُن جون ڳنڍيون هئڻ (گهاٽي دوستي هئڻ)؛
ڪنڌ ڪچن ۾ هئڻ (شرمندو ٿيڻ)؛
ٿَٽ منجهڻ (پريشان ٿيڻ)؛
ڳَئيءَ ڳورو هئڻ (وڏو ماٺهو هئڻ)؛
ڳَئيءَ سان ڳالهائڻ (سڌو منهن ڏيئي نہ ڳالهائڻ)؛
ڳَئي اُجت تي رکڻ (ڳالهہ نہ مجڻ، اجائي سيٽ، وڏائي ڏيکارڻ)؛
اُڳڙيءَ جو لن هئڻ (بلڪل نِمڪو، بي همت هئڻ)؛
ليکي تي للو ڏيڻ (حساب ڪتاب ختم ڪرڻ، رستو ٽوڙڻ).

پيٽيو "جاڳي ڏٺائين جڳ جي، ليکي اتي للو ڏيڻ" ساميءَ جا سلوڪ. ڀاڱو پهريون پوچراج ناگرانيءَ، صفحو 191).

انگريزيءَ ۽ ٻين ڪن يورپي ٻولين جي عالمن پنهنجين ٻولين جي فاحش محاورن ۽ بازاري ڳالهہ ٻولهہ جي استعمالن (Slangs) جون ڊڪشنريون تيار ڪري ڇپائي پڌريون ڪيون آهن. ادب ۾ بہ چورن جوارين، ڳنڍي ڇوڙن جي ڪردار نگاريءَ جي لحاظ کان سندن گفتگوءَ ۾ اهڙن محاورن جو ڪن ليکڪن استعمال ڪيو آهي. سنڌيءَ ۽ ٻين ڀارتي ٻولين جي اِنهيءَ پهلوءَ تي علم السان جي نقطي نگاهہ کان تحقيق ڪرڻ جي گهڻي ضرورت آهي.

# 10

# پھاڪن ۽ محاورن جون لساني خاصيتون

پھاڪن ۽ محاورن جي خاصيتن بابت ويچار ڪندي اسان ڏٺو تہ ٻوليءَ ۾ اهي مروج استعمال آهن. اهي مقرر روپ ۾ سوين سالن ڪان وٺي هلندا پيا اچن. انهيءَ ڪري لسانيات جي لحاظ ڪان انهن کي تمام گهڻي اهميت آهي. وقت گذرندي ٻوليءَ جي روپ ۾ تبديل اچيو وڃي، پر پھاڪاُ ۽ محاورا اڪثر پنهنجي آڳاٽي بيهڪ کي قائم رکندا پيا اچن. اهوئي مکيہ سبب آهي جو انهن ۾ اسان کي ڪيترائي اهڙا لفظ ملن ٿا جيڪي هاڻوڪي ٻوليءَ ۾ عام طور واهپي ۾ نٿا اچن، يعني اهي عام فهم نہ آهن. ساڳيءَ طرح، وياڪرڻ جي لحاظ ڪان پڻ لفظن، فقرن يا جملن جي بيهڪ جا ڪيترائي آڳاٽا روپ پھاڪن ۽ محاورن پاڻ وٽ گڏ ڪري رکيا آهن. انهيءَ نقطي نگاهہ ڪان پڻ انهن جو اڀياس ڪرڻ لازمي آهي. هيءَ هڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن تي جيڪڏهن تفصيل سان لکجي، تہ هوند هڪو وڏو مقالو جڙي پوي. انهيءَ ڪري هتي ڪجهہ مثال ڏيئي، ٿوري ۾ پھاڪن ۽ محاورن جي ٻوليءَ وارين خاصيتن تي ويچار ڪجي ٿو.

### 1. ٻوليءَ جا جهونا لفظ جيڪي هاڻي عام ڳالهہ ٻولهہ ۾ استعمال نٿا ٿين يا عام فهم نہ آهن:

آڪيڙو = وڪڙ، وراڪو، پيچ (آڪيڙا چاڙهڻ = سختي ڪرڻ)
آتوتي = حاسد، ساڙڪندڙ (اتوتي هئڻ = چپ پوڻ، ريسارو ٿيڻ)
ايل = ڦاهو، سزا، قيد (ايل چاڙهڻ = سزا ڏيڻ)
ٻيٽ = ڪمر ٻنو، همت (ٻيٽ ٻڌڻ = سندرو ٻڌڻ؛ همت ڏيکارڻ)
ٻڏ = لاڙ ۾ ٿيندڙ هڪ گاهہ (اندر ٻڏ ٻهون، ٻاهر آئڻ ان جو)
ٻنجر = اک جي ٻنبٽي (ٻنجر ٻرڻ = ڏک سور ٿيڻ، اثر ٿيڻ)

پيڙي = ٻانهن جي ڪرائيءَ جو ايريل هڏو (پيڙي هڻڻ = تور ۾ ٺڳي ڪرڻ)
ٽڙو = وهٽ جو سنج، گدي جا گهوڙي جي هني هيٺيان رکجي. (ٽڙا متي تي ڏيڻ = بي مانو ڪرڻ)
مارنگ = چلهه تي برتن جي هيٺيان رکيل پتر (گهر جو پير، چلهه جو مارنگ)
مهارو = گهر ۾ اهو ڪمرو جتي شاديءَ بعد گهوٽ ڪنوار سمهن.
(آهاري، وهنواري، گهوٽ مهاري، لڇا ڪري ته هاري).
پراچت = پڇتاءُ، پرايشچت (پاپ جي مايا، پرچت جاءِ)
ڦلهير = رک، پسر (ڦلهير ۾ ڦوڪون ڏيڻ = اجائي ڪوشش ڪرڻ)
سيلهه = ڪنڊو (جي پوندا سوڙهين، سيلهه به لڳندا تن).
چيري = سوڙ، رلهي (چيريءَ آهر پير ڊگهيرجي)
رائرو = راجا جو، راجائي،(رائري گهران گيهه جهلجي پاند ۾)
رڻو = قرض (سنسڪرت 'رڻ') رائر = سرڪاري ڍل (سنسڪرت راجڪر)

رڻي ۽ رائر جو سڏ جنهين کي هوءِ
منجي اتي جوءِ، وجي تنهن کي وسري.

## 2. وياڪرڻ جا جهونا روپ

هوءِ = هجي (سڏ جنيهن کي هوءِ)
هئي = هجي (گهر ۾ ڪڏ هئي، ته ٻهر ٻاهر ڇو اڇلجي (گلشڪر)
وڏنت = وڏندڙ (اتم ڪيتي وڏنت واپار)
چراند = چرپر، هلچل (هٿ چراند ڪرڻ)
ڪيتو = ڪيل ڪم (ڪيتو لوڙڻ = ڪيل ڪرمن جو ڦل ڀوڳڻ)
سيتي = سان (ڪيتي سر سيتي)
مياس = مٿس (جني ڪاڻ مياس، سي ڪلهي ڪانڌي نه ٿيا).

## 3. واڪيہ رچنا جو علحدو نمونو

**الف:** آئون به ويندي پيڪي، مون به لهندي سڪ.
(هاڻي چئبو: آئون به ويندس پيڪي...)

**ب: جملي ۾ فاعل نه هئڻ**

- اندر اڇو نه ڪري، ڏوئي ٿو ڏاڪا.
- اڪن ڪان آما (انب) گهري، ٻبرن ڪان ٻير.

**ٻ: جملي ۾ فعل نہ هئڻ**

- ٻہ ڀائر ٽيون ليکو.
- ٻليءَ کي خواب ۾ ڇيڇڙا.
- جڙيءَ کي جس.

**ڀ: حرف جريِ حالتن جا جهونا روپ**

- سلو سو، جو انگورين ڀلو.
- مروان موت، ملوکان شڪار.

**ت: تڪ ملائڻ**

- آن ٻلي، ذات ڀلي.
- آمون، ڏهہ گامون.

**ٿ: سماس**

آڏ وڏائي،
چلهہ،
منٺو،
ٽتونگو،
ٻگهرو.

## 3. ٻين ٻولين جا پهاڪا هوبهو يا ٿوريءَ ڦير گهير سان کڻڻ

**الف: سنسڪرت:** يٿا راجا تٿا پرجا.
**هنديِ:** ايڪ پنٿ، دو ڪاج.
**فارسيِ:** دراز ريش، خضر يا ابليس.

**ب: سرائڪيِ:** اپڻي گهوٽ تہ نشا تيوئي.
اپڻا مال هئہ، روسون ڀي کاسون ڀي.

**ٻ: وچستانيِ:** آج همان، ڪل تمان.

جدا جدا ٻولين جي پهاڪن ۽ محاورن ۾ وياڪرڻي بيهڪ توڙي معنيٰ جي لحاظ کان جيڪا هڪجهڙائي ملي ٿي، ان جو باريڪيءَ سان اڀياس ڪرڻ پنهنجي ليکي هڪ دلچسپ موضوع آهي. انهيءَ سان ٻولين جي آپسي سٻنڌ توڙي هڪ ٻوليءَ جو ٻيءَ ٻوليءَ تي ڪيئن اثر پيو آهي، انهيءَ تي بہ چڱي قدر روشني وجهي سگهبي.

# 11

# ڀاڪن، چوڻين ۽ محاورن ۾ سنڌيت

سنڌي ڀاڪا، چوڻيون ۽ محاورا عام سنڌي ماڻهن جي جذبات، آزمودن ۽ سوچ – ويچار جو اظهار آهن. اِنهيءَ ڪري انهن ۾ سنڌن تهذيب ۽ ثقافت جو عڪس وسيع پيماني تي ملي ٿو. ان ۾ سُٺا ۽ مٺا، ڀلا ۽ بُرا ٻئي پهلو شامل آهن. هتي اُوهان کي هڪ طرف پير ۽ فقير، سادو ۽ سنياسي، سکر ۽ رڇ مڙس، واڻيا ۽ وڪال، شاهه ۽ سوداگر نظر ايندا، ته ٻئي طرف نڳ ۽ چور، لچا ۽ لفنگا، نشئي ۽ ڀنگئي، ڀڙوئا ۽ ڀانڊ به ڏسڻ ۾ ايندا.

عام طور، وڏ گهراڻيون عورتون گهر اندر ڍڪ پردي ۾ رهنديون آهن. هو ست ڏارين اڳيان اچڻ پسند نه ڪنديون آهن. پر ڀاڪن، چوڻين ۽ محاورن جي دنيا ۾ اُهي بي – حجاب اوهان سان ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪري ٿيون اچن. نه فقط ايترو، پر لوڪن جي انهن لساني استعمالن ۾ نچڻ ۽ ڳائڻ، سازيندڙن ۽ سُرندائن، رنن ۽ ڪنجرين سان به اوهين ملاقات ڪري سگهو ٿا. عام ماڻهن جي گفتگو ۽ ٻوليءَ جو رنگ ڍنگ به نرالو آهي. ٽپ ٽپ تي چرچي گهٻي گارگند جو ٿهڪو پيو پوندو. اهڙا لفظ ۽ اصطلاح جن کي اعليٰ ادب ۾ ڪم آڻڻ فاحش ۽ متروڪ ليکيو وڃو آهي، اهي عوام جي ٻوليءَ ۾ عام جام استعمال ٿين ٿا. مطلب ته لوڪ سماج ۽ لوڪ – مانس جو اهڙو پهلو مشڪل ملندو، جنهن جو اظهار ٻوليءَ جي هنن نندڙن استعمالن ۾ نه ٿيو هجي.

ڀاڪن، چوڻين ۽ محاورن ۾ سماجڪ حالتن ۽ عوام جي گوناگون

رنگن سان چٽيل زندگيءَ جي تصوير جو جائزو وٺڻ نهايت اوکو ڪم آهي. ان تي جيترو لکجي اوترو گهٽ آهي. اِنهيءَ ڪري مان هتي فقط نموني طور ڪجهه پهلوئن تي روشني وجهندس.

## 1. سماجي حالتون

سماج ۾ ڪجهه ڪُرسمون (غلط رسمون) ايتري قدر پختي پائي تي ويون آهن، جو سماج - سڌارڪن ۽ اڳواڻن جي سخت ڪوشش باوجود اُهي ختم تي نه سگهيون آهن. ڏيتي ليتيءَ جي ڪُرسم اُنهن مان هڪ آهي. ان ڏانهن اشارو ڪندڙ پهاڪو آهي.

’ابو گسي، ڌيءَ وسي‘ . پيءُ پنهنجي ڌيءَ جي شاديءَ لاءِ قرض جا ڪوٽ چاڙهڻ ڪان به نٿو ڪيٻائي. پوءِ پلي ته سندس گهر ڏولائن ۾ اچي وڃي. نياڻيءَ جي شاديءَ بعد هن جي جند آزاد تي، ائين به نه آهي. ڪيس ڏڻ - وار تي به سيٹن کي راضي رکڻو پوي ٿو. جيڪڏهن ائين نه ڪيائين، ته پوءِ سَندس ڌيءَ کي ساهرن ۾جيڪي طعنا - طنڪا سهڻا پون ٿا، انهن جو ڪاتو ئي نه آهي.

’سچي، اَبي چائي، ڇچ چنديندي آئي‘ .

يا

’سچن اباڻن ڏوڙ مرڪن ڏيئرون‘ .

ان ڪري ڇوڪريءَ جو پيءُ وس پڄندي سيٹن سان ڏند نٿو ڏئي، ڇاڪاڻ ته، ’سيٹن جا ڳالهائين نيڻ، نه ڪ ڏند.‘ ’سيڻ آهن نيڻ‘ . انهن سان ڇپي ڇتي ڳالهائڻو پوي ٿو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪو گتو لفظ نڪري پيو ته اجائي ڦڪت تي پوندي ’سيٹپو ويٹپو، ويرپو‘ ماءُ پيءُ پنهنجي ڌيءَ کي اهائي نصيحت ڏين ٿا ته شاديءَ بعد ساهرن جي پيت تي هلجي:

ڏيئڙي سو ڪر، جو ڏٺه ماءُ گهر،
نونهنڙي سو ڪر، جو ڏٺه سس گهر.

سلڇڻي ڇوڪري وس آهر اهائي ڪوشش ڪري ٿي ته پنهنجيءَ هلت چلت سان سيني جو راضپو هٿ ڪري. ان ۾ سندس پيڪن جي به نيڪ نامي آهي. ”نونهن آهي ٻن گهر جو ڏيئو، پيڪو به ٺاري، ته ساهرو به ٺاري.“ ان هوندي به جيڪڏهن ڪيس ساهرن ۾ ڏکيا ڏينهن ڏسڻا تا پون، ته لاچار ڇٽي تي چڙي ته:

”ساهرا آهرا پاپرا ڪندا،
جو پاسو وراءِ، چپ چپ ڪندا.“

ڇوڪريءَ جا مائٽ صبر سان مٺو ڪري پوڳين تا. هو سمجهن تا ته جيڪڏهن سيٺن سان چپ پياسين، ته اِن مان وڪاند وڌڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو نتيجو مشڪل نڪرندو.

’ڏني چائي، ته ڇتي وائي.‘

يا

’جن کي ڏيئونسين ڇايون، تن سان کهڙا سينا ساهيون‘

يا

’جتي وڃاياسين وار، اتي کهڙا پارا!‘

مطلب ته حالت اها آهي، جو ”جنڊ ڪڻ ته جنڊ ڳورو، پڙڪڻ ته پڙڳورو.“ ساهرن جي انهن سهمڻ ۽ سورن پٺيان ڏجي، ڪڏهن ڇوڪري اهو ٿي چاهي، ته ڪيس اهڙو گهر ملي، جتي سس - سهرو نه هجن.

’پڳوان تنهنجو تورو، مڙس ڏجانئم ڇورو.‘

ان ۾ شڪ نه آهي ته ’ڌيءَ گهر جي لڇمي آهي.‘ هوءَ چمڻ سان ئي پاڳ ٻه ڪنيو ٿي اچي. پر ٻئي طرف، مائٽ اهو به سمجهن ٿا: ’ڌيئر پرائو ڌن آهن.‘ ڪاليداس پنهنجي ناٽڪ ’اڀگيان - شاڪنتلم‘ ۾ به ان قسم جو اظهار ڪيو آهي ”اَرٿو هي ڪنيا پرڪيپه ايو“ يعني ڌيءَ اهڙو ڌن آهي، جيڪو ٻئي جي امانت آهي. ان ڪري مائٽن جي من ۾ هميشه اهو انديشو رهي ٿو ته خبر نه آهي ته نياٽيءَ کي ور گهر سٺو ملندو يا نه؟ شاديءَ بعد سندس زندگيءَ سکي گذرندي يا نه؟ انهيءَ وسوسي ڪري ئي سماج ۾ پيءَ خواهشن جو جنم ٿيو آهي. اها آهي ڌيءَ جي پيٽ ۾ پُٽ جي جنم جي آس رکڻ.

انهيءَ جو ٻيو ڪارڻ اهو به نظر ٿو اچي، ته اسان جي سماج ۾ خاندان جو سلسلو پٽن جي جنم سان ڳنڍيل آهي. پٽ چائو معنيٰ پيڙهي وڌي. ’پٽن پيءَ هڻڻ‘ محاوري جو اشارو اِن خواهش تي ٻيڌل آهي، جنهن جي اصطلاحي معنيٰ آهي ’ٻي قلڪو يا ڳٿتين کان آجو هڻڻ.‘ ٻئي طرف، ڇوڪريءَ شادي ڪئي ته اُن کي اصطلاحي ٻوليءَ ۾ چئون ’هوءَ وڃي شينهن ڪلهي چڙهي.‘ نياٽيءَ جو پيءَ هو ڳٿتين ۾ ڳيتل، سو ڌيءَ پرٺائي سمجهيائين ته هوءَ هاٿي وڃي شينهن مڙس جي ڪلهي چڙهي يعني لائق

شخص جو سهارو حاصل ڪيائين. ڌيءَ پرڻائڻ کي هندو پيءُ ائين تو سمجهي، ڄڻ ته 'گنگا سنان ڪيائين.' پهرين پٽ ڄمڻ جي آس رکندي به جيڪڏهن ڪنهن کي ڌيءَ ڄمي ٿي، ته هو ڀاڻ کي آٿت ڏيڻ لاءِ ائين ٿو چوي، "پهرين ڌيءَ پٽ برابر." سماج ۾ اڪثر اِهو ڏٺو ويو آهي ته ڌيءَ جي بنسبت پٽ جي ڄمڻ تي وڌيڪ خوشي ملهائي ٿي وڃي. ڪي ماٺهو ته پٽن جي ڄمڻ تي شان- مان سان ڇنيون ڪندا آهن. ٻئي طرف هو ڌيئرن جون ڇنيون به ڪونه نهرائين. پٽ ۽ ڌيءَ ساڻ واسطو رکندڙ ٻيون به گهڻيئي چوٽيون سنڌيءَ ۾ ملن ٿيون. انهن مان اِهو به ظاهر آهي ته ڪن حالتن ۾ ڌيءَ جو جنم بهتر سمجهيو ويو آهي. مثال طور:

- نامراد پٽ کان ڌيءَ به چڱي.
- ڪپاٽ پٽ کان سپاٽ ڌيءَ ڀلي.
- پيئيءَ ليئيءَ ڌيءَ ڪم اچي.

اڄڪلهه جي زماني ۾ ڌيءَ پٽ جي وچ ۾ خاص فرق ليکيو نٿو وڃي، ڇاڪاڻ ته ڇوڪريون به سماج جي جدا جدا کيترن ۾ ڇوڪرن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڪم ڪري رهيون آهن. ڪيترين حالتن ۾ ته اهي ڇوڪرن کان گوءِ کڻي ويون آهن.

گڏيل ڪٽنبن ۾ ڏيراڻين جي وچ ۾ رشتو- ناتو اڪثر مٺ محبت ۽ سڪ پريم وارو نه رهيو آهي. انهيءَ جي جهلڪ گهڻين ئي چوٽين مان ملي ٿي. جيئن ته،

- کهه پيو ڏيرپو، جنهن وڃايو پيٽپو؛
- ڪِني ڪُني، پر ڏيراڻيءَ نه ڏني؛
- ڏيراڻيون توڙ جون ويرياڻيون؛
- ڏيهه چوي، ڏيراڻي نه چوي؛
- جرنٺيس، جيڏي نٺيس، پنهنجي نه نٺيس.

گهريلو جيوت ۾ جدا جدا رشتن ناتن بابت سنڌيءَ ۾ گهڻيئي چوٽيون ملن ٿيون. جيئن ته،

- ڇانو پٽ لٽي سڪ، پرٽيو پُٽ پيئي پِڪ.
- پٽ پرٽيو معنيٰ پَرَ نيو.

– ڪنو وٽي، وهه جي وٽي.
– ڪٿيو ڪائي مڙس جو، ڇي جيئي منهنجو ابو.
– سس ري نہ ساهرا، ساليءَ ري نہ نينهن،
چنڊ ري نہ راتڙي، سج ري نہ ڏينهن.
– سالا ڪائين ساليون ڪائين، واهہ مارئي جي ڪتي،
پائر ڪائين، پينر ڪائين، پيئي ماري تي چتي.
– سالا شينهن ڪي ٻہ پيارا آهن.
– پائر ڪوٽ جا ڪُنگر، پُٽ گهر جي سونهن،
وينا ڪن ورونهن، ڏچڻ ڏوران ئي ڏري.
– ڪائي پي ڏوهتا، ڪونبا ڏاڏي پوتا.
– لوڪ ليکي چري ڪري، مڙس ليکي حور،
چٽي ڏنائينس پٽڙا، تہ لهي ويس سور.
– مرد جي ڪتي، زال جي سهير.
– گهٽين زالين گهر نہ هلي، گهٽين مردين هر نہ هلي.

سماج ۾ ٻڌايي ۾ شاديءَ ڪي سٺو نہ ليکيو ويو آهي. ساڳيءَ طرح هندو سماج ۾ اِهو ٻہ صحيح قدم نہ سمجهيو ويو آهي، تہ مرد هڪ زال جي حيات هوندي ٻي شادي ڪري. اِن تي ڪجهہ چوٽيون ڏسو:

- پريو مڙس پٺہ نہ ڪجي، وڃائجي نہ وهي،
  ڪٽڪن ۾ لاٻارا پوندا تہ ماريو پونلو ڊهي.
- پيريءَ جي شادي آهي خيراتي ڪوهہ ڪٽائڻ.
- ٻن ونين جو ور، تنهن جو مساڻ ۾ گهر.
- مڙس پوڙهو، زال جوان، تنهن ڪي ڄاڻج ڪک جو ڪان.

سنڌي براهمڻن لاءِ چوٽي مشهور آهي، تہ ”ٻانڻ ٻانهن لاءِ محتاج.“ ڪو وقت هئو، جڏهن سنڌ جي براهمڻن ۾ ڏي– وٺ ۽ شادي وهانءَ جي لحاظ کان تمام گهڻو ڪٽرپڻو هئو. براهمڻن ۾ جدا جدا ڪلاس هئا، جئن تہ ٻاڙهي، ٻاونجاهي، سيتپال، رتنپال، وغيره. ڪن ڪلاسن جا براهمڻ پاڻ کي ٻين کان اوچ ليکيندا هئا، ۽ هيٺين ڪلاسن يعني طبقن مان شادي– مرادي نہ ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن شادي ڪئي تہ اهو پنهنجي طبقي مان ڪريل ليکيو هئو. پوءِ ان سان ٻہ رشتي– ناتي جي واٽ ٽٽي. اِن ريت شاديءَ جي

خيال کان دائرو ڏينهون ڏينهن تنگ ٿيندو ويو. جيڪي طبقن جي پابنديءَ ۾ ڪتر ٻٽيا، انهن ۾ ڪيترا ياعمر ڪنوارا رهجي ويا. انهيءَ سماجي حالت تي اِها چوٽي نهي ويئي آهي. وقت گذرندي جيئن اِهو ڪترپٽو هٽي ويو آهي، تہ هاٺي اِها چوٽي سنڌي براهمڻن سان لاڳو نٿي ٿئي.

اڳاٽي زماني کان وٺي هرهڪ سماج ۾ طبقاتي ڪشمڪش ٿوري يا گهڻي هلندي پيئي رهي آهي. شاهوڪار- غريب، امير- فقير، ظالم- مظلوم، وغيره طبقن جو وجود اجان تائين آهي. انهيءَ جي جهلڪ بہ پهاڪن ۽ چوٽين ۾ ملي ٿي. جيئن تہ،

- شاهوڪار جو تِتُ بہ ڪستوري.
- شاهوڪار جو سالو بہ سيڪو سڏائي، غريب جو پيئويئو بہ ڪونہ سڏائي.
- آفيسر جو اڳ ۽ گهوڙي جي پٺ ڪڏهن بہ نہ وڃي.
- عامل نہ دوست، ڦقڙ نہ گوشت.
- ڪامورو ۽ ماڪوڙ، ٻئي چنبڙيا تہ ڪڏهن نہ ڇڏيندا.
- حاڪم جي ياري، بہ آڳر تاڪ، ٻي سڀ واري.
- سيد ۽ سپاهي، تن کان رکج يا الاهي.
- سپاهيءَ جهڙو يار، پيو دشمن نہ ڏار.

ساڳيءَ طرح، اِنسان زندگيءَ جي تجربن مان اِهو بہ محسوس ڪيو آهي تہ اڄ ڪالهہ پيسي کي وڏي اهميت آهي. پيسي جي طاقت تي ماڻهو سماج ۾ جيڪي گهرجيس، سو ڪري سگهي ٿو. گهٽ ذات وارو بہ ناڻي جي ٻل تي اعليٰ درجي جو ليکيو وڃي ٿو. هر ٻوليءَ ۾ ڌن جي اِنهيءَ مهما تي گهڻيئي چوٽيون ۽ پهاڪا ملن ٿا. سنڌيءَ جا ڪجهہ مثال هن ريت آهن:

- اُت بہ ناڻو، ويهہ بہ ناڻو، ناڻي بنا نر ويڳاڻو.
- جنهن جي گُنديءَ ۾ داڻا، تنهن جا چريا بہ سياڻا.
- پير عيسيٰ پير موسيٰ، ٻڙا پير پيسا.
- لڇمي ڪلچڻ ڍڪڻي.
- ناڻو نر بہ چٽون ڪري.
- پيءُ سندس پيهون ڪٽيون ڏاڏي ڪتيا ڏاڻا،
  اڳي پڇيائون ٿي ذات پات، هاڻي پڇن ٿا ناڻا.
- زر بسيار تہ عشق نهہ ڦهہ، زر نيست تہ عشق پون پون.

## 2. ريتيون رسمون

’هٿن جا پاڻ ۾ ڏتر سنوان نہ آهن.‘ اِنهيءَ جملي ۾ ’ڏتر سنوان نہ هئڻ‘ هڪ محاورو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ منجهن وکاند، گهپي-ڪلڪل آهي. (يا پاڻ ۾ نااتفاق آهن). هن اصطلاح جو بنياد شاديءَ ۾ ڏترن مٺڻ جي رسم آهي. ڪنوار شاديءَ بعد جڏهن پهريون ڀيرو ساهري گهر ۾ قدم رکندي آهي، تہ ڪانئس، اِها ريت ڪرائيندا آهن. ٿالهہ ۾ لوڻ يا ڪڻڪ رکبي آهي. ڪنوار اُنهيءَ مان ٻڪ ڀري گهوٽ کي ڏيندي آهي ۽ پوءِ گهوٽ وري ڪيس ٻڪ ۾ واپس ڏيندو آهي. ان طرح اناج يا لوڻ کي ٻڪن ۾ ڀري ڏي وٺ ڪرڻ کي ’ڏتر مٺڻ‘ چئجي ٿو. گهوٽ سان ڏتر مٺڻ بعد هوءَ ٻين ساهرن مائٽن سان بہ واري وٽيءَ اِها رسم ادا ڪندي آهي. ان وقت زالون چونديون رهنديون آهن– ”جيترا ڏتر مٺيندي، اوترا پٽ ڄڻيندي.“ لوڻ جي ڏي– وٺ ڏيکاري ٿي، تہ جيئن ڪاڏي ۾ لوڻ جو جوڳو استعمال ڪرڻ سان ڪاڌو لذيذ ۽ سوادي ٿئجي ٿو، تيئن ڪنوار بہ نئين گهر ۾ پنهنجيءَ سٺيءَ هلت چلت ذريعي سيني سان سڪ– محبت ۽ سونپ سان هلي پاڻ کي ’گهر لڇمي‘ ثابت ڪندي.

لوڻ جي ڏي– وٺ ڪرڻ مان هڪ ٻئي سان نمڪ حلال ٿي رهڻ جي ڀاونا پڻ ظاهر ٿئي ٿي. عوامي عقيدو آهي تہ جيڪڏهن ڪن پاڻ ۾ ٻَڪن کي سڌو رکي، هٿن جي وچين حصي کي کولي، ڏتر نہ ميا آهن تہ پوءِ اڳتي هلي منجهن وکاند ۽ جهيڙي ٿيڻ جو امڪان آهي.

’پڳڙيون ٿيڻ‘ جي اِصطلاحي معنيٰ آهي، ’خاتمو ٿيڻ، گهٽو نقصان ٿيڻ.‘ اِنهيءَ محاوري جو بنياد قضئي جي ٽئين يا چوٿين ڏينهن جي رسم سان آهي، جنهن کي چائٿو يا اوٺارو بہ چئبو آهي. هندن ۾ ريت آهي تہ جڏهن ڪو گذري ويندو آهي تہ ڪاڻدي ٽن چئن ڏينهن تائين گهر ۾ مٽي اگهاڙو رهندا آهن. هو ڌنڌو– واپار بہ بند رکندا آهن. پڳڙين جي رسم وقت برادريءَ وارا ۽ واقفڪار اُنهئيءَ گهر ۾ اَعزا پرسيءَ لاءِ شام جو اچي گڏ ٿيندا آهن، جتي قضيو ٿيو آهي. اُن وقت ڪاڻدين کي پڳڙي ٻڌڻ جي رسم بہ ادا ڪئي ويندي آهي. اِنهيءَ جو اندروني مطلب آهي تہ اُهي اُن بعد وري وچي ڌنڌي-واپار ۽ دنيوي ڪرت ڪار کي منهن ڏين. اِنهيءَ جو واسطو گهر جي جوابداري سنڀالڻ ۽ ورثي سان بہ آهي.

ڪنهن شخص ڪو ڪم نہ ڪيو يا صحيح نموني ان جي پوئواري نہ ڪئي، تہ ٺوڪ ۾ چئبو- 'سورهن ئي سراڌ پورا ڪيائين'. اِنهيءَ جو اکري معنيٰ جي لحاظ کان لاڳاپو هندن ۾ موت جي ڪريا ڪرم سان آهي، جنهن ۾ پنڊ پائڻ ۽ براهمڻن کي کارائڻ جي ريت هوندي آهي. اِنهيءَ تي ٻيو بہ هڪ پهاڪو مشهور آهي. 'پيءُ ڏيکار يا شراڌ ڪر'. اِن جو حاصل مطلب آهي تہ هڪ هيڪاٽي ڪر.

'گورو ئي گنگا تي اٿس'. اِنهيءَ محاوري جي اصطلاحي معنيٰ آهي- 'سڀ ڪجهہ ناس ٿي وڃڻ، خاتمو ٿيڻ، حال نہ هئڻ.' اِنهيءَ جي حقيقي معنيٰ جو لاڳاپو مئل پراڻيءَ جون هاڏيون ميڙي وڃي گنگا ۾ پرواهہ ڪرڻ سان آهي.

'ڳڙ جيرو ڪائي، پٽن ماءُ نت نت ويائي' چوٽيءَ جو واسطو ٻار جي ڄمڻ بعد روهي پوڄڻ جي رسم سان آهي. اِن ۾ جنڊ وٽ ويهي پوڄا ڪبي آهي ۽ ويائي زال کي ڦيرن ڏيارڻ وقت وات ۾ ڳڙ ۽ جيرو ڏيئي اِها چوٽي بہ ٻيون زالون دهرائينديون آهن.

- 'حقو پاڻي بند ڪرڻ'،
- 'ٽاڻيو ٽوپي بند ڪرڻ'، 'پَتَ مان ڪڍي ڇڏڻ'،
- 'ٽالهيئون لاهڻ'

اصطلاحن جو مطلب آهي ڪنهن کي پنچائت مان ڪڍي ڇڏڻ، پت برادريءَ مان ڪڍي ڇڏڻ. ڪو زمانو هئو، جڏهن سماج ۾ پنچائتي سرستي کي گهڻي اهميت هئي. اڄ ڪالهہ ڇاهي وڏن شهرن ۾ اِنهيءَ جو اثر گهٽجي ويو آهي، پر ننڍن ڳوٺن ۾ پنچائت جي سرشتي جي ميڄنا اڃا تائين موجود آهي. جڏهن پنچائت ڪٺي ٿيندي آهي، تہ حقو تيار ڪري پنچن سامهون رکيو ويندو آهي. برادريءَ وارن ۽ شريڪن کي حق آهي تہ اُن حقي جو استعمال ڪن. اتي پنچائتي ٽهليو بہ حاضر هوندو آهي،جيڪو پاڻيءَ پيارڻ جو ڪم ڪندو آهي. ساڳيءَ طرح ڏڻن- وارن يا خاص موقعن تي جڏهن پنچائت لاءِ ڪاڏي پيتي جو بندوبست ڪيو ويندو آهي، تہ برادريءَ وارا قطار ۾ گڏ ويهي، کائيندا پيئندا آهن. ڪنهن جيڪڏهن پنچائت جي نيمن جي خلاف هلت ڪئي تہ پوءِ کيس سزا ڏيڻ لاءِ برادريءَ ۾ گڏ ويهي حقي پيئڻ ۽ ڪاڌي- پيتي جا حق کسي وٺندا آهن. انهيءَ ڏانهن اشارو ڪندڙ اِهي محاورا آهن.

’جج تي ويهڻ‘ يا ’جج ڪرڻ‘ جي اصطلاحي معنيٰ آهي ’هٿ ڦاڙ ڏيڻ، آڏنگا خرچ ڪرڻ.‘ ’جج‘ جي اکري معنيٰ آهي شاديءَ وقت ۽ ان بعد ڪجهه ڏينهن گهوٽيتن کي کارائڻ پيئارڻ. آڳاٽي زماني ۾ جڏهن اجان ريلون ڪين پيئون هيون، تڏهن گهوٽيتا شاديءَ بعد به ڪجهه ڏينهن ڪنواريتن جي ڳوٺ ۾ ٽڪيا پيا هوندا هئا. ڪنواريتا، ڇج جي رهڻ ۽ کاڌي پيتي جو سمورو بندوبست ڪندا هئا. روزانو ڄڃَ کي ٽي ويلا دعوتون ڏيندا هئا. اهڙي موقعي تي هڪ طرف گهوٽيتا اڪثر وجهه پيا ڳولهيندا هئا، ته کهڙيءَ طرح ڪنواريتن کي مهمان نوازي ڪرڻ ۾ تڪائي پريشان ڪريون، ته ٻئي طرف ڪنوار جي طرف وارا به آڌرياءُ ۽ خاطرداري ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽائيندا هئا. چاچين کي ٽيهه- ٽيهه جج به ملندا هئا. هرهڪ جي کاڌي تي.آرتي ڪري اوتيل نج ديسي گيهه پاتل تان وهني هيٺ نه ڪريو، ته چئبو ڪنواريتن ڪنجوسي ڪئي آهي. اِن ڪري ڪنوار جي طرف وارن جو پيسو ۽ کاڌو پيتو گهڻو نقصان ٿيندو هئو. اِنهيءَ ڪري ’جج ڪرڻ‘ جي اصطلاحي مَعنيٰ ٿي ويئي، اڌنگو خرچ ڪرڻ. اڄ ڪالهه ويچارن ۾ ڦيرو اچي ويو آهي. مهانگائيءَ جي زماني ۾ صرفي کان ڪم ورتو وڃي ٿو. جج جي بدران هاڻي شادين ۾ گڏيل دعوت جو رواج پئجي ويو آهي، جتي گهوٽيتا مهمان ۽ ڪنوار جي طرف وارا سڀيئي گڏجي دعوت ۾ وهن ٿا. اِن کي ’پريتي ڀوڄن‘ (يعني پريت، سڪ پريم جي دعوت) چئجي ٿو.

مسلمانن جي مذهبي رسمن رواجن تي به چڱائي پهاڪا ۽ محاورا ملن ٿا. جيئن ته،

- فاتح پڙهي ڇڏڻ (ڪنهن کي جيئري ئي مُئن برابر ليکڻ).
- محررمي هئڻ (هميشه اُداس، ملول هئڻ)؛
- مُلان جي ڪُنيءِ حلال هئڻ (وڏو ماڻهو جيڪو ڪري سو حلال آهي)؛
- تڪبيرون ڇوڙڻ (جيئري ئي مُئل ليکڻ)
- مُلان ٻانگ نه ڏيندو ته صبوح نه ٿيندو ڇا ؟
- مري ويو مردود، نه ختمو نه درود.
- جهڙا روح تهڙا ختما.
- آهي ته عيد، نه ته روزو.
- ويا روزا ڇڏائڻ، ته نماز گلي پيئن.

## 3- لوڪ اعتقاد

**الف:** لوڪ وشواس جو مطلب آهي عوام جا عقيدا. عام ماڻهن جو ڌڻيءَ جي هستيءَ ۾ پورو پورو اعتقاد آهي. ڪنهن به ٻوليءَ ۾ اهڙو پهاڪو يا چوڻي مشڪل ملندي، جنهن ۾ خلقڻهار جي وجود بابت شڪ ظاهر ڪيو ويو هجي.

- ’انسان خطا جو گهر آهي.‘
- ’عيبن کان آجو آهي هڪ الله.
- انسان کي پڳوان جي پاڻي تي راضي رهڻ گهرجي.
- ’ڏنا جي ڏاتار، سي جهوليءَ پائي مون جهليا.‘
- ’مارڻ واري کان بچائڻ وارو ڏاڍو (ويجهو) آهي.‘
- ’راکي رام ته ماري ڪونه.‘ (ياجنهن کي وب رکي، تنهن کي ڪير چکي).
- ’بندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب جي من ۾ ٻي.‘
- ’سچيءَ دل تي صاحب راضي.‘
- ’ايشور (ڌڻيءَ) جي در دير آهي، پر انڌير نه آهي.‘

اِن قسم جون ڪيتريون ئي چوڻيون سنڌيءَ ۾ ملن ٿيون، جن مان ڌڻيءَ جي هستيءَ ۽ رضا ۾ انسان جو اعتقاد ظاهر ٿئي ٿو.

عام ماڻهن جو قسمت جي ليڪ ۾ به گهڻو اعتقاد آهي. چاهي انسان کي پنهنجي تدبير تي ڪيتروئي ڀروسو هجي، ته به هو تقدير کي ڏاڍو ٿو سمجهي. اِن بابت ڪجهه چوڻيون ڏسو:

- سڀ ڏاڻي پاڻيءَ جي اختيار آهي.
- جيڪي هوندو ڀاڳ ۾ سو وهي پوندو پاڳ ۾.
- تقدير اڳيان ڪهڙي تدبير؟
- داڻي داڻي تي مهر آهي.
- جيڪي لکيو منجهه ازل، تنهن کي ڪيرُ وجهي جهل؟ (يا لکيو منجهه نراڙ قلم ڪياڙيءَ نه وهي).
- ڇاجي ڏنگا ڏير، منهنجو ڏينهن ڏنگو نه ٿئي.
- ڪنهن جي ڀاڳ سان ڪا ريس؟

**ب:** جوتش يا نجومت، گرهه- نکتر، سوڻ- اَپسوڻ به عام ماڻهن جي دل ۽ دماغ تي ڇانيا پيا آهن. اِن بابت ڪجهه پهاڪا، چوڻيون ۽ محاورا هن ريت آهن:

’پير ۾ چنچر اٿس‘ جي اصطلاحي معنيٰ آهي ته هو ٽڪندو ٿو رهي. جوتش موجب پيرن تي چنچر جو گرهه هجي، ته انسان کي ٿرتانءُ ڪرڻ نه ڏيندو آهي. چنچر جي ساڍي ست ورهي يا اڍائي ورهي دشا به عوام ۾ گهڻي مشهور آهي.

’هن جو پاڻ ۾ چوٿون چندرما آهي‘ يعني منجهن هميشه ڪٽپٽ، جهيڙو هلندو ٿو رهي. راس کان چوٿين گهر ۾ چندرما جو هئڻ سٺو نه ليکبو آهي.

ساڳيءَ طرح، ’انچتاڪو هئڻ‘، ’ڏوئا ٻاري هئڻ‘ محاورن جو به مطلب آهي: ’پاڻ ۾ ميل ميلاپ نه هئڻ.‘ اِنهن جو اکري مطلب ٻن ڄڻن جي جنم–ڪنڊليءَ کي ملائڻ وقت ائن ۽ ڇهن، يا ٻن ۽ ٻارهن راسين جي لهڻا ڏيٺيءَ سان آهي. جوتش موجب اِن کي سٺو نه ليکيو ويندو آهي.

’جيني، سک نه ويني‘ يا ’جينو، سک نه وينو‘ چوٽين جو مطلب آهي ته جيڪو ٻار جيٺ جي مهيني ۾ ڄمي ٿو، اُن کي زندگيءَ ۾ گهڻي ڪشمڪش ڪرڻي پوي ٿي.

’ستارو زور اٿس‘ يعني ڀاڳ زور اٿس. ٻئي طرف ’ستارا گردش ۾ هئڻ‘ جو مطلب آهي.

’ڏکيا ڏينهن هئڻ.‘ ’چولو مٽائڻ‘ معنيٰ گذاري وڃڻ. اِنهيءَ جي بنياد ۾ پنر– جنم يعني وري نئون جنم وٺڻ جي ڀاونا سمايل آهي. آتما اَمر آهي. ان کي جيستائين مڪتي نه ملي آهي، تيستائين آها هڪ چولو ڇڏي، ٻيو چولو وٺندي رهي ٿي. يعني جنم– مرڻ جي چڪر ۾ ڦري ٿي.

’ڇايا پوڻ‘ يعني ڀاڇو پوڻ، جن– ڀوت، ڏائڻ وغيره جو اثر ٿيڻ.

## 4. سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي

سنڌيءَ ۾ ڪجهه پهاڪا، چوٽيون ۽ محاورا اهڙي قسم جا آهن، جن جو بنياد سنڌ جون تاريخي واردتون، يا شخص آهن. اِنهن ۾ سنڌ جون مشهور لوڪ ڪٿائون ۽ قصا به اچي وڃن ٿا. ساڳيءَ طرح، سنڌ جي مڪاني حالتن ڏانهن اشارو ڪندڙ چوٽيون به چڱي تعداد ۾ ملن ٿيون. هتي ڪجهه مثال پيش ڪن ٿا:

’لاکي جي مهل‘ محاوري جي اصطلاحي معنيٰ آهي ’صبوح جي ويل.‘

هن محاوري ۾ جنهن لاکي بابت اِشارو ڪيل آهي، اُن ڪي سڃاڻڻ هڪ ڀرولي آهي. پرمانند ميوارام سنڌي- انگريزي ڊڪشنريءَ ۾ ڄاڻايو آهي ته 'لاکو' هڪ پير جو نالو آهي. دوڪاندار صبوح جو دوڪان کولڻ وقت اول اُنهيءَ جي پرارٿنا ڪندا آهن، جيئن ڌنڌو واپار سٺو ٿئي. سنڌ ۾ لاکي پير جي نالي سان ڪوسي پاڻيءَ جا چشما مشهور آهن. ساڳيءَ طرح، لاکا ڳوٺ ۽ لاکا روڊ اسٽيشن بہ مشهور آهن. سنڌ ۾ مهاڻا ٻيڙيون هاڪارڻ وقت اڪثر ائين چوندا آهن- 'لاکا لهراٺي، لهر بحر جا سائين'.

ٻئي طرف واڻيا وڪال صبوح جو دڪان کولڻ وقت چون- "لاکي جي مهل، سخي نر جي ٻُهٽي." انهن چوڻين جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو، ته لاکو ضرور ڪو پهتل شخص يا درويش هئو. ڪن عالمن جو رايو آهي، ته هتي اِشارو 'لاکي ڦولاڻيءَ' نالي راجا ڏانهن ڪيل آهي. هو ڪڇ ۽ سنڌ جي لوڪ ڪٿائن ۾ پنهنجيءَ بهادريءَ ۽ سخاوت جي ڪري گهڻو مشهور آهي. هو روز صبوح جي ويل غريبن ۽ گهرجائن کي ڏان ڏيندو هئو. ڪوبہ سوالي سندس دَر تان خالي نہ ويندو هئو. اِنهيءَ ڪري ممڪن آهي تہ سندس نالي تي اِهي چوڻيون ۽ محاورا مروج ٿيا هجن.

لاڙڪاڻي شهر بابت چوڻي مشهور آهي تہ:

هو قوم لاڙڪن جو هتڙي قديم ٿاڻو،
پيو نانءُ پوءِ هن تي، لاڙڪ تان لاڙڪاڻو."

هتي اصل ۾ لاڙڪ يا لاڏڪ نالي ذات وارن جو ڳوٺ هئو. جنهن تان پوءِ ان علائقي کي 'لاڙڪاڻو' چوڻ لڳا. تاريخ نويسن لاءِ 'لاڙڪ' ذات وارن جو اصل نسل سڃاڻڻ بہ وڏو مسئلو بڻجي پيو آهي. ڪن جو رايو آهي، تہ سنسڪرت ساهتيہ ۾ جنهن 'لاٽ' نالي جاتيءَ جو گهڻن ئي هنڌن تي ذڪر آيو آهي، آهي لاڙڪ يا لاڏڪ ذات وارن جا ابا ڏاڏا آهن.

جي هجيئي ناڻو تہ گهم لاڙڪاڻو، نہ تہ وٽ ويڳاڻو.

يا

"ڳنڍ ۾ ڪٽي تون ناڻو، گهم خان لاڙڪاڻو.

هي چوڻيون ضرور ڪلهوڙن جي ايامڪاريءَ ۾ مروج ٿيون هونديون، جڏهن لاڙڪاڻو پنهنجي شان- شوڪت ۽ اوج ڪري گهڻو مشهور ٿي ويو هئو.

”ڪنن جي ڳالهين ميربجر مارايو“ پهاڪي جو مطلب آهي، ته گهڻي ڳجهه ڳوهه نه ڪجي يا لڪي ڇپي ڪنن ۾ ڳالهيون نه ڪجن. ان مان اڳلي کي ڪنهن خطري جو شڪ ٿو ٿئي. اِنهيءَ پهاڪي جي بنياد وارو واقعو، رائچند هريجن پنهنجي ڪتاب ’تاريخ ريگستان‘ ۾ هن ريت لکيو آهي:

”ميان عبدالغنيءَ، مير بجار خان جي وڌندڙ طاقت مان خوف سمجهيو، جنهن ڪري مير کي مارائڻ لاءِ، جوڌپور جي راجا ٻجيه سنگهه سان صلاح ڪري مدد گهريائين. اُن موجب 5- نومبر 1779ع= 1836 سنبت= 1193 هجريءَ جي ٻه راٺوڙ سردار هرنات سنگهه، ۽ محڪم سنگهه راجا جي طرفان مير وٽ خدا آباد ۾ وڪيل ٿي آيا، جن ڪجهه وقت کان پوءِ هندي ٻوليءَ ۾ ڪي ڪاغذ مير وٽ پيش ڪيا، ته اِهي ميان عبدالغنيءَ توهان جي خلاف راجا کي لکيا آهن، ۽ ٻيون به ڪي ڳالهيون ڪرڻ لڳا ۽ وجهه وٺي ڪيس هڪ ڇٽي ڪک ۾ پالو هنيو ۽ ٻئي ترار جو وار ڪيو. قتيل مير ترار سان هڪڙي کي ماري وڌو ۽ ٻيو ڀڄي ويو؛ ۽ انهن جي ٻن نوڪرن کي، مير جي نوڪرن ماري وڌو. پوءِ مير پاڻ مري ويو.“(1)

سنڌي لوڪ ڪٿائن تي ٻڌل ڪجهه پهاڪا ۽ چوٽيون هن ريت آهن:

– اڄان اُٺ ڪين سسئي.
– عمر وٺي ماروئي وتندو، ٿر تَه ڪين ٿيلهيندو؟
– ڇا جي ڏنگا ڏير، منهنجو ڏينهن ڏنگو مر ٿئي.
– منهنجو ڪم واڪا ڪرڻ، ٻڏڻ ڪم ٻروچ جو.
– دودو ڏوڙ، چنيسر ڇائي، هُن جي ڪسر هُن ۾ آئي.
– سوڍن مڙن سوَ، ته به مٽُ نه پانئج مينڌري.
– لکين ليلائون، چنيسر جي راڄ ۾.
– لک لهي ٿي لوڏ، جيجان تن جتن جي.

سنڌ جي جاگرافيءَ ۽ مڪاني حالتن ڏانهن اشارو ڪندڙ ڪجهه چوٽيون ڏسو:

– جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌاران جوکو.
– لاڙ ساڙ.
– گوني سدا اونهي.
– سنڌ سمو، ڪاڇي چنو، پاٽي جيسلمير.

(1) رائچندر هريجن، تاريخ ريگستان، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ. 1956ع، ص 168

– راهوجن ۾ رات قادر ڪنهن جي نہ وڃهي.
– وٺو تہ ٺٺ، نہ تہ ٻر.
– لاڙ جو پڙهيو، سِري جو ڍڳو.

## 5. سنڌي ٻوليءَ جو روپ

اسان ڪي پهاڪن، چوڻين ۽ اصطلاحن ۾ ڪيترائي لفظ اهڙا ملن ٿا. جيڪي عام ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڪتب نٿا اچن. اڄ پڻ سنڌ جي سنڌي ٻوليءَ ۾ چڱائي نيٺ لفظ ۽ ڳوناٺا اصطلاح عام فهم آهن، جيڪي ٻارت جي سنڌين لاءِ، خاص طور ننڍي پيڙهيءَ وارن لاءِ بلڪل نوان آهن. اِنهن ننڍڙن استعمال ۾ وياڪرڻ جا بہ چڱائي اهڙي قسم جا روپ ملن ٿا، جيڪي روزاني گفتگوءَ واري ٻوليءَ ۾ واهپي ۾ نٿا اچن يا تمام ورلي ڪتب آندا وڃن ٿا. مروج استعمال جو انهيءَ لحاظ کان اڀياس ڪرڻ بہ نهايت دلچسپ آهي. هتي فقط ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا:

پيڏي= ڪرائيءَ واري اپريل هڏي (پيڏي هڻڻ= تور ۾ ٺڳڻ)؛
پهير= لوڙهو (پهير چور ٿئي تہ واهي ڪيترو وهي)؛
سيلهہ= ڪنڊو (جي کهڙندا سورهئين، سيلهہ بہ لڳندا تن)؛
ڏکهري= ڪاٺ جي پٽي يا ميخ جيڪا ڪاٺ ڳنڍڻ لاءِ هڻجي
(ڏکهري لهڻ= شرم حياءُ هليو وڃڻ)؛
سير= زور سان (ري پنهنجيءَ ڪٽيءَ سير ٻري نہ ٻاهہ)؛
ڪرنهن= جهيڙو ڪلڪل (آ تہ پيڻ ڪرنهن ڪريون)؛
آهري= آرسي (آنڌي اڳيان آهري).

### وياڪرڻ جا پراڻا روپ:

اهڙن روپن جا ڪجهہ مثال هن ريت آهن:
ڪرند پسند ڏيند لهند: وڏنت واپار؛
مُياسِ (جنين ڪاڻ مُياس، سي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيا)؛
ٻاليڱو نہ ماليتو: آڄ همان سيان ٿمان؛
ڳالهوڙو (ڳالهہ مان ڳالهوڙو)؛
ري= ڪانسواءِ
سيتي= سان، ذريعي (ڪيتي سر سيتي).

آخر ۾ هتي پهاڪن، چوڻين ۽ محاورن بابت هڪ ٻي اهميت ڀريءَ حقيقت طرف ڌيان ڇڪائڻ چاهيندس. جيڪڏهن اسين ڀارت جي آڳاٽين ٻولين سنسڪرت، پالي، پراڪرت ۽ اپڀرنش جي ساهتيه (ادب) جو اڀياس ڪريون، ته هڪدم معلوم ٿي ويندو ته اُنهن ۾ ڪيترائي اهڙا سُندر ٻول ۽ استعمال آهن، جيڪي خيالات توڙي اظهار جي نرالي ڍنگ جي لحاظ کان سنڌيءَ ۽ ڀارت پاڪ اُپکنڊ جي ٻين هاڻوڪين ٻولين جي مروج استعمال سان گهڻي مشابهت رکن ٿا. اِنهيءَ جو ڪارڻ ڇا آهي؟ منهنجي ويچار ۾ انهيءَ جا ٽي مکيه سبب آهن.

1- ڀارت- پاڪ اُپکنڊ جي هاڻوڪين آريائي ٻولين جو ساڳيو تاريخي ورثو.
2- انسان ذات جي عالمي جذبات ۽ آزمودي جي هڪجهڙائي.
3- جدا جدا ٻولين جو هڪ ٻئي تي اثر.

پوني جي هڪ عالم وشوناٿ نروڻي ٽن جلدن ۾ "ڀارتييه کهاوت ڪوش" نالي سان ڀارت- پاڪ اپ کنڊ جي جدا جدا ٻولين جي پهاڪن ۽ چوڻين جي وڏي لغت شايع ڪئي آهي. اُنهيءَ ۾ سنڌي چوڻيون ۽ پهاڪا انگريزي ۽ هندي ترجمي سان گڏ مون ڪيس لکي ڏنا آهن. اِنهيءَ ڊڪشنريءَ جي پهرين ٻن جلدن ۾ سيني ٻولين جا هم- معنيٰ پهاڪا جدا جدا موضوعن جي بابن هيٺ ڏنل آهن ۽ ٽئين جلد ۾ هر هڪ ٻوليءَ جا، علحديءَ وصف وارا خاص پهاڪا ڏنل آهن. اِن لغت تي سرسري نگاهه وجهڻ سان ئي هڪدم ظاهر ٿي پوي ٿو، ته سنڌيءَ ۾ به ڪيترائي پهاڪا آهن، جيڪي ٻين ٻولين جي پهاڪن سان بلڪل هڪجهڙائي ڏيکارين ٿا. مثال طور، 'انڌن ۾ ڪاڻو راجا' پهاڪو گهڻو ڪري سيني ٻولين ۾ ملي ٿو. ساڳيءَ طرح 'سؤ ڪوئا کائي، ٻلي هلي حج تي' پهاڪو به لڳ ڀڳ سيني ٻولين ۾ ملي ٿو. اِنهيءَ جي بنياد واري لوڪ ڪٿا سنسڪرت جي پنچتنتر نالي ڪتاب ۾ ڏنل آهي. اُها پاليءَ جي جاتڪ ڪٿائن ۾ به ملي ٿي. 'گدڙ ڊاک نه پڄي، آکي ٿو کٽا' پهاڪو به گهڻين ٻولين ۾ ملي ٿو. اِهو ته انگريزيءَ ۾ به مروج آهي: "Grapes are Sour" اِن جي بنياد واري آکاڻي پڻ سنسڪرت جي "پنچتنتر" ۾ موجود آهي.

محاورن ۽ ورجيسن جو لاڳاپو گهڻي قدر ٻوليءَ جي بيهڪ سان آهي. اِن هوندي پڻ جدا جدا ٻولين جي محاورن ۾ چڱي قدر هڪجهڙائي ملي ٿي. جيئن ته،

مکي چوس هئڻ،
مارواڙي هئڻ،
نادر شاهي يا نادري حڪم،
رستم هئڻ،
ستارو بلند هئڻ،
محاورا اردو، هندي، پنجابي ۽ ڪن ٻين ٻولين ۾ ملن ٿا.

هاڻوڪي سماجڪ ماحول سان واسطو رکندڙ ڪي نوان محاورا به جدا جدا ٻولين ۾ عام جام اِستعمال پيا ٿين. مثال طور،
چار سؤ ويهه آهي،
ڏَس نمبري آهي؛
چور بازاري؛ ڪارو ناڻو؛
مَسڪو لڳائڻ؛
چمچو هئڻ؛
لال يا سائي جهنڊي ڏيکارڻ؛
بائڪاٽ ڪرڻ.

جدا جدا ٻولين جي ڦهاڪن، چوڻين ۽ محاورن ۾ هڪجهڙائيءَ جو اڀياس ڪرڻ به هڪ دلچسپ موضوع آهي. ان مان عوامي زندگيءَ، لوڪ جي تهذيب ۽ ثقافت جي عالمي وصفن، قدرن ۽ ماڻن جي ڄاڻ ملي سگهي ٿي.

# مددي ڪتاب

## سنڌي ڪتاب:


1- ڪوڙو مل چندنمل ڪلثاڻي- سنڌي پهاڪا- 1889ع

2- ڪيولرام سلامتراء آڏواڻي- گلشڪر- گورنمينٽ سينٽرل بوڪ ڊيپو، ڪراچي 1905ع.

3- گهنشامداس رامداس پڳت- سنڌي ٻوليءَ جي سونهن- حيدرآباد سنڌ، 1910ع.

4- پيرومل مهر چند آڏواڻي- پهاڪن جي پيڙهه- حيدرآباد سنڌ.

5- قليچ بيگ مرزا- پهاڪن جي حڪمت- حيدرآباد سنڌ، 1928ع.

6- پيرومل مهرچند آڏواڻي-گلقند (ڀاڱو 1-2) حيدرآباد سنڌ 1928ع.

7- غلام اصغر- سنڌي ڪٽمڙا عرف اصطلاحات اصغر، حيدرآباد سنڌ، 1956ع

8- عبدالڪريم سنديلو- پهاڪن جي پيڙهه، حيدرآباد سنڌ، 1966ع.

9- الهه بخش ٽالپور- پهاڪن جي پيڙهه- حيدرآباد سنڌ، 1969ع

10- تيرٿداس پيسومل هاٿيراماڻي- پهاڪن جي پاڙهو- بمبئي، 1973ع.

11- ليکراج ڪشنچند عزيز- سنڌي اصطلاح (ٻه ڀاڱا) بمبئي. 1976ع؛ 1978ع.

12- سترامداس جڙيا سنگهاڻي- ڏرن جي ڏهلي (پهاڪا ۽ چوڻيون) (ٻه ڀاڱا) احمدآباد، 1982ع.

13- ستراميدس جڙيا سنگهاڻي- ماڻڪ، موتي (ورجيسون ۽ محاورا) "ٻه ڀاڱا" احمد آباد، 1983-1982ع.

14- نبي بخش خان بلوچ (ايڊيٽر)- جامع لغات سنڌي (پنج ڀاڱا) سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1960-1990ع.

15- سنتداس پنهونمل ڪشناڻي- سنڌي پهاڪا ۽ محاورا (سمپادڪ: مرليڌر ڪشنچند جيٽلي) پي- وي- ڪشناڻي ٽرسٽ، پٽي 1993ع.


## انگريزي ڪتاب


1- Kripalani, Rochiram Gajumal, A Hand Book of Sindhi Proverbs. Karachi, 1892.

2- Shahani, M.J., A Hand Book of Sindh idioms, Karachi, 1938.

3- Fallon, S.W.A., Dictionary of Hindustani Proverbs, London, 1886.

4- Smith, W.G., Oxford Dictionary of Proverbs, Oxford, 1935.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

The Reading Generation پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)